# جلا وطن

(ڪهاڻيون)

## نورالهديٰ شاهه



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
لنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1991ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ سترنهن

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

چوٿون ايڊيشن — فيبروري 1989ع

پنجون ايڊيشن — آگسٽ 1991ع

قيمت — 50/- روپيا
پڪي جلد سان — 70/- روپيا



JALLAWATAN (Short stories) by NOOR-UL-HUDA SHAH. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. Fourth Edition February 1989.
Fifth Edition August 1991. Price Per Copy Rs. 50/-

ڇهريان ٽي ايڊيشن آگم پبلشنگ ايجنسي طرفان ڇپرايل.

# انتساب

پنهنجي بي‌حد پياري ڀڃي (مسز قمرالزمان شاه) جي نالي،
جنهن جو هٿ پڪڙي مون نفرتن کان محبتن
تائين جو سفر ڪيو آهي.

**نورالهديٰ شاهه**

# فهرست

## چوٿين ايڊيشن لاءِ

جلاوطن جو چوٿون ايڊيشن ڇپرائيندي
هڪ ڀيرو وري اهيوئي سوال ته
ان لاحاصل جي نيٺ به ڪائي حاصلات آهي به يا نه؟
پويان مڙي نهاريان ٿي
شروعاتي دور جون ڪهاڻيون
۽ مان
انهن جي وچ ۾ ڪيڏو ڦهلاءُ باقي رهجي ويئل
اون ڪرڻ
۽
ڊس اون ڪرڻ جا سوال ان ڦهلاءُ ۾ ڦهليل.
ظاهري اک سان ڏٺل منظر
۽ احساس جي اک رستي انهن جو اظهار ڪيل سنڌي سماج تي
منهنجو احتجاج - منهنجو غصو
۽
اڄ به
سنڌي پڙهندڙ جيڪو پاڻ به ان ساڳي سماج جو حصو آهي. انهن
ڪهاڻين کي پڙهڻ لاءِ اڄ به اوترو ئي مون کي ويجهو ڀيئل آهي.
ان ڪان وڌيڪ مون لاءِ ڪهڙو ٻيو ڪريڊٽ ٿي سگهي ٿو؟
مهرباني فيروز احمد ميمڻ جي جيڪو انهن ڪهاڻين کي چوٿين
ايڊيشن جي صورت ۾ هيڪر وري پڙهندڙ تائين پهچائڻ ٿو چاهي.

نورالهديٰ شاهه

٢٠-٢-٨٩

حيدرآباد.

”ڄلا وطن“ ڪتاب جو پنجون ايڊيشن اوهانجي هٿن ۾ آهي. سنڌيءَ ۾ ڪهاڻين جو هيءُ پهريون مجموعو آهي جنهن جو پنجون ايڊيشن ڇپيو آهي. خبر نہ آهي تہ ايندڙ وقت ۾ اڃان سندس ٻيا ڪيترا ايڊيشن ڇپبا. هن ڪتاب جا پهريان ٽي ايڊيشن ٻي اداري ڇپيا هئا ۽ چوٿون نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان ڇپيو. اسان کي اُميد آهي تہ هي ايڊيشن بہ جلد ختم ٿي ويندو.

– ادارو

<u>**سهاڳ**</u>

پهرين ايڊيشن جو

# انا الحق

**ڪهڻا** - ڳهڻا سال اڳ.

سپنو ڏٺو هئم

- ته اڱڻ پيرن رڻ ۾ پٽي تي هلان (جڳن ڪان) باهه ۾ پرندڙ سج جو گولو ڌرتيءَ تي لهي آيو آهي ۽ منهنجا پير تپي ڳاڙها ٿي ويا آهن دور- دور تائين منهنجن پيرن جا نشان ڦهليا پيا آهن.

اهو سپنو اڄوڪي اڄ به ڏسندي ٿي اڇان

۽ منهنجا پير اڄ به تپي ڳاڙها ٿي ويندا آهن-

اهڙن لمحن ۾ مون ڪيترين ئي ڪهاڻيون لکيون آهن

ڪيترين ڦاڙي به ڇڏيم. لکڻ مون لاءِ اهڙو مسلسل عذاب رهيو آهي جنهن سان پاڻ آجو ڪرائڻ جو مون ۾ ساهس ڪونهي. اڪڻ ڪارڻ مون پاڻ کي جڳن کان صليب تي ٽنگيل پاتيو آهي ۽ پنهنجن هٿن جون ڏهئي ڪپيل آڱريون توهر جا ڪنڊا پاتيون اٿم- پوءِ جيڪر منهنجن لفظن ۾ ڪو زهر آهي ته انهي ۾ ڀلا منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ ڪڏهين- ڪڏهين اهوئي زهر نس- نس ۾ ٻوڙيندو محسوس ٿيندو اٿم. اهڙن لمحن ۾ ڏاڍي تيزيءَ سان لکندي آهيان پر جيڪر زهر جي اها ئي ڌارا امرت ڌارا بڻجيو پوي ته لکڻ- پڙهڻ- سوچڻ ۽ جيئڻ مٽيءَ جي گهروندن سمان ڀريو پون ۽ هڪ ٻگهي ماٺ من- پاتال تائين ڦهلجيو وڃي- سو- ذهني آسودگيءَ واري دور ۾ ڪجهه به نه لکي سگهندي آهيان.

لفظن جي گهري درياهه ۾ گم ٿيڻ کان پوءِ ڇا وڃايم-
ڇا پاتم- انهي جي ڪٿ آئون پاڻ ڪريان اهو مون کي ڪين
جڳائي- مون ڌرتيءَ تي ويهي لکيو آهي ۽ منهنجا پير گس
ڌرتيءَ ۾ پاتال تائين وڃيو پهچائي ڪن- مون ڪيتري قدر ٺيڪ
لکيو آهي انهي جو فيصلو ايندڙ وقت ۽ نسلن تي ٻه ته ڇڏي
ڇڏي سگهجي جو مون هن وقت جي ڇپ ڪيل اداس نسلن
لاءِ لکيو آهي جيڪو منهنجي مٿان ڪان ڪاري اونداهي رات
وانگر هوريان- هوريان وهندو ٿو وڃي.
مون سنڌي سماج جي اڌوهيءَ کاڌل ديوار جي پاڇولي
۾ ويهي انيڪ ڪهاڻيون لکيون آهن جنهن جي پاڙ ۾ ڪيترا
زنده لاش جڳن کان دفن آهن- اهي ئي منهنجين پورين- اڻپورين
انيڪ ڪهاڻين جا ڪردار آهن- ديوار، جيڪا ڊهي نه سگهي
آهي پر جنهن سانءِ سر ٽڪرائي- ٽڪرائي رتو ڇاڻ ٿيندي جڳ
وهامي ويا آهن— ڪير ڄاڻي انهي ديوار جي هن پار ڇا آهي-
هڪ نئون نڪورو صبح (؟!!)
منهنجي هر ڪهاڻي منهنجو اڻپورو سپنو آهي-
مون ڪڏهين به اناالحق جو نعرو ناهي هنيو ۽ اهو نعرو
منهنجي نڙيءَ ۾ اٽڪيو پيو آهي- ڄاڻان ٿي ته انهي سنڌي
سماج ۾ سموريون ڪهاڻيون لکڻ جي موٽ ۾ مون تي انيڪ
الزام مڙهيا ويندا آهن ۽ اهي الزام مڙهڻ وارا ڪير آهن آئون
انهن کي به سڃاڻان ٿي پر ڇا انهن الزامن کان هارائيجي آئون
به انهي ديوار جي پاڙ ۾ دفن ٿي وڃان-؟
پير ڪڙيون پائي ڇڙوائي تي سنگسار ٿيڻ کان پوءِ به
ڪم از ڪم منهنجو ڪنڌ نميل ناهي- اهو سڀ ڪجهه جيڪو
هر سچوءَ سان ٿيندو پي آيو آهي- مون لاءِ ڇرڪائيندڙ ته ناهي-
سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ جيڪا وڇوٽي آهي سا ايڏي اڙانگي
آهي جيڪا اڪري پار پوڻ لاءِ اڃا سگهه گهرجي ٿي- پر ائين
ته ناهي ته ڪو اها وڇوٽي اڪري ئي نٿي سگهجي.
۽ آئون زمانن کان انهي وڇوٽيءَ تي (جنهن جو پيو
نانءُ پلصراط آهي) هلان ٿي پئي

۴ - منهنجا پير تپي تامو تي ويا آهن.

منهنجين ڪهاڻين ۾ پلصراط تي هاندڙ منهنجو پنهنجو وجود ڪيتري قدر شريڪ هوندو آهي انهي لاءِ جي ائين چوان تہ منهنجي هر ڪهاڻيءَ جو ڪردار آئون پاڻ آهيان. تہ اها ڳالهہ ايڏي چرڪائيندڙ تہ نہ هوندي. هر ليکڪ پنهنجي اندر جي صحرائن ۾ ڀٽڪندڙ پنهنجي تنها وجود تي بہ لکي ٿو- ڪائنات جي سموري پيڙا ليکڪ جي اندر اگهارن سمان دکندي رهي ٿي

مون ڪڏهن بہ چڪاو ڪونهي ڏٺو

ڪنهن حرامي پار جي تخليق ڪانهي ڪئي

ڪنهن فوٽ پاٿ تي بيهي بيک نہ گهري. پوءِ بہ ائين ڀاسندو اٿم ڄڻ ڪائنات جا سمورا انسان جن کي ڌڪاريو ٿو وڃي- گندي پاڻيءَ جي نالين ۾ لوڙهيو ٿو وڃي، منهنجيءَ نس- نس ۾ وسن ٿا.

مون مريم جي پوترتا کان رنڊيءَ جي وڪاڻل جسم تائين جو سفر ڪيو آهي

پاڻ کي ڪائنات جي سمورن حرامي ٻارن جي ماءُ ڀانيو آهي

پنهنجي سهاڳ جي چانو ۾ ويهي بہ مون انهن نياڻين جا دک ڀوڳيا آهن، جيڪي حويليءَ جي اوچن- ڪوٺن ۾ بند آهن ۽ ڪوبہ شهزادو ڪنهن چانڊوڪي رات ۾ انهن سان لاؤن لهڻ ڪونہ ايندو- مون انهن ٻانهين جو بہ عذاب سٺو آهي، جيڪي سٺن پيڙهين کان مالڪن جي بسترن جو شوپيس بڻجنديون ٿيون اچن- ۽ - مون انهن خوبصورت شهزادين جي احساس جا بہ صليب کنيا آهن جيڪي نڪاح جي ٽن ٻولن جي عيوض ڪنهن پوڙهي مير- پير- رئيس جي پوڙهي جسم جي گهنجن ۾ سجايون ٿيون وڃن- سو- منهنجين انيڪ ڪهاڻين جو ڪردار آئون پاڻ بہ آهيان

ڪهاڻي پوري ٿيڻ تائين- مون انهي ڪردار جا سمورا دک ڀوڳيا آهن.

انسانيت ۽ شيطانيت جي وچ ۾ ڪيڏي ٿورڙي وڇوٽي آهي- انهي وڇوٽي جي وچ ۾ ٻيهي مون لکيو آهي- سوچيو آهي- پڙهيو آهي- ڀوروڙيو آهي

هر ڪنهن جي اندر هڪ خوبصورت انسان موجود آهي- ڀوءِ اهو عورتن جا جسم وڪڻندڙ ڪو دلال ئي ڇو نه هجي- هر ڪنهن اندر هڪ شيطان جو به واسو آهي، ڀوءِ اهو ڪو مذهبي اڳواڻ ئي ڇو نه هجي- پر ڪنهن ۾ ايڏو ساهس آهي- انسانن ۽ شيطانن جي ٻوٿن تان ماسڪ پٽي لاهڻ جو (؟)

انسانيت ۽ شيطانيت جي وچ واري وڇوٽي- جتي سچ ازل کان ڦاسي تي ٽنگيو ويو آهي- ڪير آهي جيڪو اناالحق جو نعرو هڻي- ڪير آهي جيڪو زهر جو پيالو نڙيءَ کان هيٺ لاهي سگهي-

انهي احساس هيٺ پيڙهجندي مون زهر جهڙيون نفرتون به ڪيون آهن-

انهن ماڻهن سان جيڪي اڇي پڳ ٻڌي- اندر جو گند پيا لڪائيندا آهن

جيڪي انهن انسانن سان نفرت ڪرڻ جي فتوا ڏيندا آهن، جيڪي ماڻهن پيٽان، دلال- حرامي- جسم وڪڻندڙ-چور-جواري شرابي- ڌاڙيل ڪون ٿيا آهن-

ڪڏهين- ڪڏهين ڪيڏي شدت سان چاهيندي آهيان ته سٽ ڏئي اهي اڇيون پڳون لاهي ڪنين-- ڪسبڻ ۾ اڇلائي ڇڏيان-

ڪوٺن ۾ زمانن کان قيد شهزاديون ٻچائي وڃان-
ڇڪلن جون ڪسبياڻيون باعزت ڀڳدارن سان پرڻائي ڇڏيان،
ٻنگان ڪي باهرون ڏياري ڇڏيان
ٽجوڙين ۽ بينڪن ۾ ڌاڙا هڻائي- اها سموري دولت سنڌوءَ ۾ لوڙهي ڇڏيان- جيڪا ٿر جي بک ۽ اُڃ ٽٽي وسائي سگهي-
منهنجن انک اگهاڙن ماروئڙن جو انگ ڍڪي سگهي
پر آئون ڪجهه به نه ڪري سگهندي آهيان-
اهڙي سمي آئون ڪهڙيون لکندي آهيان-

آئون- جيڪا سنڌي سماج جي هڪ بي حد عام

عورت آهيان

آئون- جڏهين اهڙيون ڪهاڻيون لکندي آهيان ته ماڻهو ڇرجي پوندا آهن- الزام لڳندا آهن- مون کي گارين جا خط لکيا آهن. محض انهي ڪاڻ جو آئون سنڌي سماج ۾، سيد خاندان جي هڪ بي حد عام عورت آهيان، دراصل اسان سنڌي، عورت کي چاهه جي آڳ ۾ دکندي ڏسڻ جا عادي آهيون- برقعو اوڍائي، ڪاري نقاب سان عشق ڪندو ڏسڻ جا هيراڪ آهيون. چئن ديوارن ۾ قيد ڪرڻ جا شوقين آهيون- عورتن کي محض انهي ڪري جاهل رکندا پيا اچون ته جيئن هو پنهنجو حق گهرڻ جي سگهه نه ساري- چاهه جي آڳ کان، مڙس جي جنسي خواهشن جي تڪميل کان، ٻار ڄڻڻ واري مشين بڻجڻ تائين ته هنن جو وجود قابل قبول آهي پر جيڪر ڪا سنڌي عورت چئن ديوارن مان نڪري ٿي اچي ۽ پوئن تي چاڙهيل ماسڪ پٽي لاهڻ جي سگهه ٿي ساري ۽ اناالحق جو نعرو ٿي هڻي ته هڻ پير ٿڌا ٿيو پون- اکين اڳيان اونداهي اچيو وڃي ۽ نڪ تي رکيل مک جهڙي هٿ ٺوڪي عزت خطري ۾ پئجو وڃي- تڏهن پيو نه- نه ته ٻه داتي حملا ڪري انهي کي هيسائي ته سگهجي ٿو- ائين اندر جي گندگيءَ جو پرم به رهجي ايندو- اسان کوهه جا ڏيڏر آهيون- ٠وهن جي دڙي جا ڏاند آهيون

پر- مون کي وسواهه آهي ته هڪ بي حد اداس رات کان پوءِ نئون نکور سج به اڀرندو

آئون انهي سج جي آس تي- ٿوهر جي ڪنڊن جهڙين ڪيپل آڱرين سان لکندي رهندس- جيسين تائين جيئندس- منهنجون سوچون- اداس راتين ۾- ڪمري جي ديوارن سان پيون سِرنڪرائينديون آهن- رتو ڇاڻ سوچون- منهنجون ڪهاڻيون آهن-

بند اکين اندر مون ڏاڍا ڏکها پنڌ ڪيا آهن- شريفن جي پاڪ حويلين کان چڪلي جي سوڙهين گهٽين تائين- جيل جي ڪوٺين کان ڦاسي گهاٽن تائين- مٽيءَ جي ڪچن گهروندن کان خوبصورت

بنگلان تائين. فوٽ پاٿن کان ائيرڪنڊيشنڊ بيڊ رومن تائين. ۽
سنڌ کان آفريڪا تائين. ڪيترا انسان منهنجيءَ نس. نس ۾ ٿا
واسو ڪن. حرامي ٻار. رنڊيون. دلال. چور. شريف زاديون.
ٻانهيون. مزور. هاري. ديس لاءِ وڙهندڙ شاگرد. ڌرتيءَ جو دک
لکندڙ ليکڪ. لوڪ کان لڪي، ڪنهن ٻي نالي سان ڪچا
ڦڪا ليک لکندڙ سنڌيءَ جون گمنام ليکڪائون. سنڌي وڏيرن
جون سريتون. بک ۽ اُڃ کان نستا انسان. بيمار. بکيا، ڏڪار
جا ماريل انسان. جنگن جي آڳ ۾ جلندڙ زندگيون. ۽
ٻيا انيڪ

قلم هٿ ۾ جهلي. پنهنجي اڳيان ڪورا ڪاڳر ڦهلائي
سوچيندي آهيان. انسانن جي ذهنن ۾ ڇو آهن ايڏيون گهور
اونداهيون.

دنيا ۾ کائڻ لاءِ ايترو ڪجهه آهي پوءِ به ڇو ٿا ماڻهو
بک مرن. ايڏا گهر آهن پوءِ به ڇو فوٽ پاٿ تي ٿڌ، سياري
جون سرد راتيون ماڻهو ٿا گذارين. ايڏا ويس وڳا آهن پوءِ به
ڇو منهنجي ديس جا ماروئڙا ٿا انگ اگهاڙا رهن.

ڪيترا سوال. ڪيتريون سوچون آهن جيڪي صليب تي
ٽنگيون پيون آهن.

آهي ليکڪ جيڪي نشي جي حالت ۾ بک ۽ اُڃ مرندڙ
ديس واسين تي ٿا لکن. (نشي ۾ ڦلندڙ ماڻهوءَ تي به ڪو اعتبار
ڪبو آهي ڇا؟) ڌرتيءَ لاءِ سر ڏيڻ جي هام ٿا هڻن. جيڪي
عورت جي آزاديءَ جا زبردست قائل آهن پر جن جون زالون
صرف هنن جي جنسي خواهشن جي تڪميل جو ذريعو ۽ ٻار
ڄڻڻ جي مشين آهن پر ڪڏهين پنهنجن عظيم ليکڪ مڙسن سان
ڪنهن ادبي سنگت ۾ به نه ڏٺيون ويون هونديون. اهڙن عظيم
ليکڪن جي سچائيءَ تي ڪيتريقدر ويساهه ڪري سگهجي ٿو.؟؟

اهي گمنام/نامور سنڌي ليکڪائون، جيڪي هزار الزام
سر تي کڻي. لوڪ کان لڪي. نالا مٽائي. لکن پيون. لکنديون
هيون. لکنديون رهنديون، انهن جي سچائيءَ کان ڪيئن ٿو ڀلا
انڪار ڪري سگهجي مون کي ته انهن ليکڪائن جي ڪچين

ڪين لکڻين اکيان، اياز جي شاعري، جليل جون ڪهاڻيون به گهٽ نظر ايندِيون آهن.
آئون ادب ۾ بي ادبيءَ جي قائل ڪانه آهيان.

پر سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ جيڪا وِڇوٽي آهي انهي کان به انڪار ته نٿو ڪري سگهجي. جيڪر ادب هر ڪنهن مهل اها وِڇوٽي نظر ۾ نٿي رکي وڃي ته اهو ادب سواءِ بڪواس جي ٻيو ڇا آهي؟ آئون ائين به نٿي چوان ته ڪو مون جيڪي ڪجهه لکيو آهي سو صرف سچ آهي، بڪواس ڪونهي. ڇو ته صرف ايترو اٿم ته جيڪي ڪجهه لکيو اٿم. اهو ڪهڙن احساسن سان لکيو اٿم. ڇو لکيو اٿم. ڪيئن لکو اٿم. منهنجا هٿ به صاف ڪونه آهن انهي ڪري آئون مجبوري سنڌي ادب بابت يا پنهنجين ڪهاڻين بابت فتوا ڪانه ڏينديس.
- سنڌي ادب تي تبصرو ڪرڻ کان اڳ سوچڻو پوندم ته ادب ۾ منهنجي ڪهڙي حيثيت آهي.
پر مون ادب ۾ ڪا ڪيپ ڪٽڻ لاءِ ڪونهي لکيو. سنڌالاجيءَ جي ڪار منهن ڪيئن کان برٽش ميوزم جي لائبريريءَ تائين ونڊز سيٽي گس مون لاءِ ڪوڙ ۽ ڏوڙ آهن.
مون ڪڏهن سنڌي ادب تي لاڳاپا لاهي ويهي رهڻ بابت ڪونهي سوچيو. منهنجي اندر جو زهر، جيڪو مون کي سنڌي سماج کان وراثت ۾ مليو آهي، مون کان لکرائي ٿو.
مون وٽ ان کان سواءِ ٻيو ڪهڙو طريقو آهي انهي زهر جي نيڪال جو.
مون انهن ماڻهن لاءِ لکيو آهي جيڪي منهنجين نسن ۾ وسن ٿا. مون انهن لاءِ سوچيو آهي. مون کي ڪنهن به برک/ عظيم ليکڪ جي سرٽيفڪيٽ جي ضرورت ڪانهي.
جڏهين ماڻهو منهنجيون ڪهاڻيون پڙهي مجربا آهن ۽
مون کي گارين ڀريا خط لکندا آهن تڏهين مون کي سنڌي سماج جي اها اڏوهيءَ کاڌل ديوار تمام حد ڪمزور محسوس ٿيندي آهي، جنهن جي پاڇولي ۾ ويهي مون ڪهاڻيون لکيون آهن.
فحش ادب ڇا آهي؟ بنا اهو سوچڻ جي ليکڪ جي

ڪئي ڪمائي ڪٿ ڪرڻ ڪنهن کي ٿو جڳائي؟ فحاشي-
جيڪا انسان جي ذهن ۾ ٿي پلجي- انهي کي ڪولهڻ وارا ته
پنهنجي ئي جسم مان ڪولهيو ٿا لهن- نه ته فحاشي جنسي ڪتابن
۾ به ناهي-

هر شيء تي فحاشي جو الزام هڻڻ وارا پنهنجي اندر
جو گند لڪائڻ چاهيندا آهن- باٿ روم ۾ هرڪو ننگو آهي-
ٻاهر ڪپڙا پائي هر الزام کان آجو ٿيڻ سولو آهي-

فحاشي تي بحث ڪبو ته چڱا چوڪا پڳدار ننگا ٿي پوندا-
جيستائين تائين منهنجين ڪهاڻين جو تعلق آهي ته مون ڪنهن
به ڪهاڻي ۾ جنس کي موضوع طور نه ڪنيو آهي- آئون جنس
جي اهميت کان انڪار نٿي ڪيان- جنس ترقي ڪيل ملڪن
جو ايڏو مسئلو ناهي جيڏو پوئتي پيل قومن جو آهي- غربت ۾
جنس نارمل صورت اکري مرض بڻجيو پوي- حق بخشرائڻ
عمر جي فرق کي بنا ڏسڻ جي شاديون ڪرڻ، ٻه ٻه شاديون
ڪرڻ، زالن کي پرائي رانديڪي وانگر اڇلائي ڇڏڻ، زالن کي
ڪوٺن ۾ بند رکڻ- اتي ئي اڇي هم جنس پرستي جنم وٺندي
آهي- اهي غريب مڙد جيڪي شادي معاشي مسئلن جي ڪري
نٿا ڪري سگهن- هڪ رات لاء عورت جو جسم به افورڊ
نٿا ڪري سگهن- هم جنس پرستيء ۾ وڃيو پناه وٺن- ۽ هم جنس
پرستي- جنس جو سڀ کان پوائتو روپ آهي- اسان وٽ جنس
جي ڪري مسئلا نٿا جنم وٺن- اسان وٽ ته مٿين روايتن جي
ڪري جنسي مسئلا ٿا جنم وٺن-

اهڙي صورت ۾ ڪنهن کي سنگسار ڪجي- روايتون
جوڙڻ وارن کي يا انهن هيٺ پيڙجڻ وارن کي؟- اسان وٽ
عورت کي يا مڙد کي، هڪ هم عمر- صحت مند ۽ هم خيال

جيون ساٿيء کان محروم رکيو ويندو آهي- انهي ڪري به اسان
وٽ جنس فحش هوندي به بي حد پرڪشش آهي- سو مون جنسي
مسئلا ڪڏهين به ڪون لکيا آهن- مون انهن هٿ ٺوڪين روايتن
جي خلاف لکيو آهي جيڪي جنس يا هم جنس پرستيء جو
ڪارڻ بڻجنديون آهن-

اهو چوندي مون کي ڪابہ هيڪ ڪان ٿي ٿيئي تہ
جيسين روايتون رهنديون- حويليون ۽ ڪوٽ ڪڙا رهندا- انيڪ
شادين جو رواج رهندو- حق بخشرائڻ ۽ ننڍين عمرين ۾ يا
بي جوڙ شادين جو رواج رهندو تيسين اها فحاشي انهن ڏي ماڻهن
جي گهرن ۾ پلجندي رهندي جيڪي اهي روايتون قائم رکندا
ٿا اچن- آئون ڪهاڻيون لکان يا نہ- ڪوبہ فرق ڪو نہ ٿو پوي-
ڪهاڻيءَ ۾ عورت جي ذڪر سان ئي ماڻهن کي جيڪر جنسي
خواب ٿا اچن تہ انهي ۾ پلا ليکڪ جو ڪهڙو دوش؟؟؟
لکڻ مهل، مون عورت بڻجي ڪونهي لکيو- محض هڪ
ليکڪ جي حيثيت ۾ ئي لکيو آهي- جيتوڻيڪ مون صرف عورت
تي ڪونهي لکيو- پر هوءَ منهنجين انيڪ ڪهاڻين جو مکيہ ڪردار
ضرور آهي- سنڌي سماج ۾ عورت سڀ کان ڪڙو ۽ ايذائيندڙ
سچ رهي آهي، جيڪو چؤواٽي تي چٽي ڏينهن جي ڪنهن ۾
سگهہ آهي؟- شايد اهوئي ڪارڻ هجي عورت جي ڪردار تي
گهڻو لکڻ جو- پر انهي جو ڪارڻ منهنجو عورت هئڻ ڪونهي-
مرد- جيڪو سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو- عورت جيڪا احساس
جا صليب ڪلهن تي کڻي لاءِ تخليق ٿي آهي- اهوئي اهو سچ
آهي، جنهن تي ماڻهو مجرجي پوندا آهن- آئون انهي سچ کان
اکيون ٻوٽي پوري سگهان-
هڪ شريف زادي جيڪا شريفن جي پاڙي ۾ رهي ٿي،
جيڪر انيڪ مرد هن جي جسم جا رازدار آهن تہ بہ هوءَ
شريف زادي آهي-
هڪ رنڊي جيڪا مفت ۾ جسم استعمال ڪرائڻ بدران.
انهيءَ جو اگهہ ٿي مقرر ڪري- تہ بہ رنڊي آهي-
هوءَ- جيڪا حويلين ۾ محض انهي ڪري قيد آهي تہ
جيئن ڪنهن نامحرم جو نظر مٿس نہ پوي- اها هر جنس پرستيءَ
۾ پناه بہ نہ وٺي-؟
جنهن جو پيءُ چار-چار شاديون ڪري سگهي ٿو- پر جنهن
لاءِ ڪوبہ شهزادو نٿو اچي سگهي- جيڪر ديوار اڪري پڄي
وڃي تہ ڪهڙو عيب آهي

آئون اهو سڀ ڪجهه سمجهي ته سگهي آهيان- مون کي اڄ تائين شريف زادي ۽ رنڊيءَ جو فرق سمجهه ۾ ڪونه آيو- مون کي اهو به نٿو سمجهه ۾ اچي ته حرامي ٻار کي حلالي ڇو نه چيو ويندو آهي- پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي مزا جو ڇو پوکي-

جي آئون ائين چوان ته شرعي طور ثابت ڪري سگهجي ٿو ته اسان جي سماج ۾ اڌ کان به مٿي ماڻهو حرامي آهن- ته ڪيترن ٻوٽن تي دانگيءَ جي ڪارٽ ملجي ويندي

حرامي ٻارن سان منهنجي اٿاهه پيار جو اهو ئي ڪارڻ رهيو آهي ته اهي ڪائنات جو سڀ کان اڙانگو ۽ ايذائيندڙ سچ آهن- جن کان مذهبن به انڪار ڪيو آهي

مون لاءِ هر عورت مريم آهي

هر ٻار- عيسيٰ آهي

۽- هر اهو انسان اتم آهي- جنهن جي حصي جون خوشيون- محبتون- نفرتون سماج جي کوهه ۾ اڇلايون ويون آهن

ٿوهر- منهنجين ڪهاڻين ۾ آئون ٻاڻ آهيان- اهو سچ، جيڪي من ۾ ڪنڊي وانگر جڪڙ تائين چڀندو رهي-

ڪير آهي جيڪو مون کي ڦاهيءَ چاڙهي سگهي-

۽- آئون، اجهو ته هيئنر- هن لمحي انا الحق جو نعرو ٿي هڻان-

ڪنڊ ڪپي
ساڃي هٿ جي ترئيءَ تي
سجائي رکيو اٿم
سوئي- زوئي سچ رسمان

اي ديس واسيو!
آئون-
سرخ- انقلاب جو
ڀريون- پل آهيان

منهنجو ناڻو کڻهي- گيت ڳائو
اي ديس واسيو!-

### ڇا ڪجي- ڇا لکجي

انيڪ ڳالهيون، جيڪي من پاتال ۾ رهجي وينديون پر آئون چئي نه سگهندس، مون تي قرض رهنديون- آئون شرمسار نه ڪاڻ آهيان- اداس ضرور آهيان- آئون اهو قرض ڪڏهن لاهي سگهان، جيڪو مون کي سنڌ جي پراڻن نسلن کان ورثي ۾ مليو آهي- پر آئون مايوس ڪانه آهيان، آئون نه سهي مون کان پوءِ اچڻ وارا سهي- ڪير نه ڪير، ڪجهه نه ڪجهه، ڪري ويندو- ڪو سورهيه، ڪو درويش، ڪو شاعر، ڪو پيغمبر اوسيئڙي جي انهي سلسلي ۾ مون کي نه وسارجو-

مون سان شهر سڄو ناراض آهي، سڀنا ڏسڻ ڏوهه آهي- آئون سڀئي سڳ سياڪا ڇني اوهان لاءِ لفظن جي جادوگري ڪندي رهندس- الف لکڻ مهل ئي مون سڀئي سڳ سياڪا ڇني ڇڏيا هئا- مون سنگسار جا سمورا پٿر پاند ۾ ميڙي ورتا هئا- ماڻهن جو خيال، هو آئون چريو ٿي پيو آهيان ڪنهن بيحد اداس رات جي پڇاڙڪي پهر ۾ اڃهامي ويندس- ٽڪجي پوندس ساڻي ٿي ڪري پوندس- مون کي اڻين پنهنجي حيثيت وساري ڇڏڻ گهرجي- اپگهات به نه ڪرڻ گهرجي- چپ چاپ جيئڻ کپي آئون ٿڪل ضرور آهيان پر اڃهائي ڪانه آهيان- منهنجا سڀئي ڪس اڻانگا آهن پر ويهي رهڻ جو گناه مون کان ڪون ٿيندو- دوزخ کان جنت تائين جو اهو سفر- ڪيڏو ڏکيو آهي ڇاڻان ٿي پر اهو ڪير ڪيئن سمجهي سگهندو ته آئون سڀئي پيڙيون ساڙي آئي آهيان ۽ واپسيءَ جا ڪس بند آهن

اها به ته عاشقيءَ جي رسم آهي نه- جو جڳن تائين ديوار سان سر پيو ٽڪرائجي- يا ديوار ڊهندي يا آئون فنا ٿيندس- لفظن سان عشق ڪرڻ کان پوءِ لفظ به ڪهڙو پويان رهجي ويا آهن- لفظ منهنجن پيرن جا نشان ڪٿي منهنجي پويان پيا ايندا آهن ۽ منهنجا ڪس اڻانگا آهن-

مائهو- منهنجا پيرا ڪٿي سوڻ وٽ اپندا آهن- انيڪ سوال- مون وٽ جواب ڪونہ آهن آئون پاڻ نٿي ڄاڻان تہ ايتريون ڪهاڻيون ڪيئن ٿيون من ۾ واسو ڪن- آئون ايڏي وڏي ليکڪ بہ ڪانہ آهيان- ڪيتُ انهن کي سمجهائي تہ آئون اها ڪانہ آهيان جنهن لاءِ هو اچن ٿا-

- تماشو ڏسندڙن اکيان

منهنجو ساهہ نپوڙيو آهي- آئون پنهنجي باري ۾ اوهان کي ٻڌايان ها- مون انهي تي مهاڳ ۾ پاڻ تي لکڻ شروع ڪيو هو پوءِ ڦاڙي ڇڏيم- اوهان کي بس ايترو ٻڌايان تہ آئون اها ناهيان- اوهانجو قسم- اها ناهيان-

ڪيتريون ڪهاڻيون لکيون اٿم - ڪڏهين لکندس- نٿي ڄاڻان-

آئون لکندي رهندس پر شرط انهي تي تہ مون سان نفرت ڪان ڪيو- نفرت ڪرڻ جو اوهان کي حق آهي پر محبتون منهنجو بہ حق آهن- منهنجون ڪهاڻيون پڙهي، من ۾ جيڪو زهر ٿو پرجيو اچي تہ اهو زهر اوهان منهنجي وجود تي تہ هاريو- انهي سنڌي سماج تي هاريو-

مون جڏهين ٻارهن سالن جي عمر ۾ ادا شبير جي ڪتابن مان عصمت چغتائي ۽ منٽو جا ڪتاب ڪيدي پڙهيا هئا، جيتوڻيڪ سمجهيا ڪون هئم پر من ۾ زهر ضرور پرجي آيو هئم- انهي زهر مان وري پاڻ آجو نہ ڪرائي سگهيس- لفظن جي پنڌڻ ۾ ٻڌجڻ وارا پل ياد ڪين اٿم پر- اهو ئي هڪ اهڙو پنڌڻ آهي، جنهن کي توڙڻ جو مون ۾ ساهس ئي ڪين هو-

اوهانجو اهو خيال تہ دنيا ۾ پيا بہ موضوع ڦهليا پيا آهن انهن تي ڇو نٿي لکان- دنيا جا سيئي دک تہ منهنجي هٿ- تريءَ ۾ نٿا بند ٿي سگهن- ڪجهہ دکڙ اوهان پاڻ ڇو نٿا من-پاتال ۾ سانديو- ڪو هڪڙو پل، جنهن ۾ آئون نہ مرڪي سگهان-

مائهن جو اهو سوال تہ شاديءَ کان پوءِ ڇو نٿي لکان-

ڪا پابندي- ڪو اختلاف- ڪا ذهني نا آسودگي؟-
نه- اهين ڪونهي- خادم سان وهانءُ ڪرڻ کان پوءِ منهنجون وڪون مضبوط ٿيون آهن- مون ۾ پنڌ ڪرڻ جي سگهه وڌي وئي آهي- خادم کي به مون سان گڏ (اڻ سڌيءَ طرح ٿي سهي) منهنجين ڪهاڻين جو عذاب ڀوڳڻو ٿو پوي- مون پنهنجا عذاب ورهائي ڇڏيا آهن- اڳي آئون اڪيلي هيس، مون وٽ سواءِ لفظن جي ڪاريگريءَ جو ڪو ٻيو هنر ڪون هو- هاڻ آئون ڪنهن ساٿيءَ جو هٿ پڪڙي ڏکيو پنڌ ڪرڻ جو هنر به سکڻ چاهيان ٿي- اهين ناهي ته ڪو هر سنڌي عورت وانگر نڪاح جي ٽن ٻولن کان پوءِ فنا ٿي وئي آهيان- مون پنهنجي ساٿيءَ جي اکيان ويهي لکيو آهي- لکندي رهندس- مجان ٿي ته آئون گهٽ لکڻ لڳي آهيان- ڪارڻ انيڪ آهن- هاڻ آئون اهين به سوچيندي آهيان ته زندگيءَ کي ڪهڙا رنگ ڏجن- هڪ ننڍڙو سڪيو ستابو گهروندو- اتو- لتو- اجهو-
هي مئوجيٽ ايچ، جنهن ۾ پاڻ رهون ٿا، سڀ ڪجهه اوکو آهي- آئون چپ ٿي وڃان ته مون کي مثل نه سمجهيو وڃي- گهٽ لکان ته اجهامي وڃڻ جا ڏوراپا نه ڏيئوم- منهنجيءَ چپ جو ڪارڻ خادم ساڻ سنجوڳ ڪونهي- انهي کان ملپل ذهني آسودگي آهي، جيڪا وڙهين پڇاڻان ملي اٿم- مون چيو نه ته آئون ذهني آسودگيءَ واري دور ۾ ڪجهه به نه لکي سگهندي آهيان- ڪجهه ڏينهن لفظن جي عذاب کان پاسي رهي زندگيءَ جا ست رنگ پاند ۾ ميڙي وٺان- زندگيءَ کي صرف ڪارو رنگ ته نه گهرجي-
آئون- هن ميدان ۾ اڪيلي ڪانه آهيان- مون سان گڏ زندگيءَ جي سنگهر به آهي جيڪا نياڳي مرڻ- پل تائين پيرن ۾ پيل آهي- ڪنهن اڻپوري پل ۾ ڪو اڻپورو نظم ڏي سهي- لفظن سان وقا ته ڪرڻي آهي- پتنگن کان ڪاڻي جون خبرون پڇيون ته پوءِ انيڪ آهن پر ڇپڻ ايڏو ضروري ته ڪونهي- ها دوستن جي اها به صلاح آهي ته آئون نئون انداز- نئون روپ ڏيان لفظن کي- ايڏي نفرت جيڪا لوڪ لاءِ من ۾ پالي رکي

اٿم مون کي فنا ڪري ڇڏيندي- جلاوطن ۾ مون محبتن جي ڪهاڻي لکڻ چاهي هئي، پر انهي نفرت تي وڃي پڄاڻي ڪئي- تازو لکيل ڪهاڻي ”من ۾ ڌرتي“ نفرتن جي ڪهاڻي آهي جنهن محبتن تي وڃي پڄاڻي ڪئي- COME BACK AFRICA- محبتن ۽ نفرتن جي وچ واري وڇوٽيءَ تي ”هلندڙ“ ڪهاڻي آهي- جيڪا منهنجي هنن لمحن جي ڪهاڻي آهي- ڪو دوست ڪو دشمن، انهن ڪهاڻين کي ڪو نالو ڏيڻ کان اڳ، منهنجين اکيون ڪين ڪهاڻين جي سچائيءَ کان انڪار ڪري سگهندو!!

هي ته ڪهاڻيون لکڻ مهل، منهنجي من ۾ محبتن جو واسو هو، نفرت جو نه-

هاڻ آئون محبتن جون ٻه ڪهاڻيون لکندس- محبتون، جيڪي انسان، انسان سان ڪندو آهي- ۽ هي ڪتاب جڏهن اوهانجن هٿن ۾ ايندو، هڪ نالو نه وساربو- فهميده حسين جو نالو اهائي- سگهڙين سٽ (هلال پاڪستان)، واري فهميده حسين- سنڌي لفظن سان منهنجي عشق جي پهرين وات پيا سنگ ميل- ڪهاڻي ڪيترا ۾ آئون جيڪر ڪجهه آهيان ته فهميده حسين جي ڏين آهيان- مون جڏهن سنڌيءَ ۾ پهريون ليک لکيو هو تڏهن مون کي سنڌي پڙهڻ به سولي ڪانه ايندي هئي- اهو ليک، انهي سگهڙين سٽ ۾ ڇپيو هو- پوءِ ڇٽڪار ڪان- انيڪ ڪهاڻين تائين مون کي ڇپيندي رهي- سگهڙين سٽ منهنجي عاشقيءَ جو پهريون ميدان- منهنجو ادبي اسڪول- اهو پرچو پڙهندڙ سنڌ جون اداس شهزاديون اڄ به مون لاءِ منزل جو پهريون نشان آهن- منهنجا سيئي لفظ سنڌ جي انهن اداس شهزادين لاءِ آهن-

ڪيترا اهڙا پل پوبان رهجي ويا آهن جن تي ڪهاڻيون لکڻ چاهيندي آهيان- انهن سڀني ڪهاڻين کان مختلف ڪهاڻيون- جڏهن ڪراچيءَ پنهنجي اباڻي گهر ويندي آهيان- صندل تي پرت پڙهندڙ لماڻ ۾ جاءِ نمازتي ويٺل بابا ڪيڏا اڪيلا. اڪيلا

پاسندا اٿم- چڻ ته نئيڙا، وچڙي ويل ٻارڙا- آئون اڪثر نڪري آيس ۽ هو گذريل ويل لمحن وانگر پوياڻ رهجي ويا- منهنجو ڪمرو، چپ چاپ پيو منهنجو اوسيئڙو ڪندو آهي- گهر جون ديوارون سرگوشيون ڪنديون آهن- ڪهاڻيڪار!! ايڏا ڏينهن لاڻا اٿئي- اسان به ته تنهنجي ڪا بيحد اداس ڪندڙ ڪهاڻي آهيون-

تهن پل دل چوندي اٿم ته اماڻ جي اندر ۾ سمائجي وڃان- پيو جنم وٺڻ لاءِ- بابا جي ڪلهن تي چڙهي سياري جي بيحد سرد رات ۾ به شئي وٺي ڏيڻ لاءِ ضد ڪريان-

اهڙي پل انسان سان انسان جي محبتن جي اها ڪهاڻي سرجي ويندي آهي جيڪا لکي سگهڻ جو مون ۾ شاهس ئي ڪونهي- محبتن جا اهي انڪشاف شايد منهنجين ڪهاڻين مان نفرت جو زهر ڌوئي سگهن-

پر ڪڏهن انهي قيامت جي به آهي، جيڪا اسانجي مٿان ڪان سنڌ جي ڪاري، ڪاڻيءَ وانگر وهندي ٿي وڃي- نياڻ ۽ ... انياءَ جي وچ واري وڇوٽيءَ تان ڪيڏو الڳيو آهي ته اسانجن پيرن هيٺان ڌرتي نڪرندي ٿي وڃي ۽ اسان ٻني ۽ ونيءَ لاءِ سر ڏيڻ وارا اندر ئي اندر مٽا پيا آهيون- جتي اعتبار جون حدون اڃيو پڇائي ڪن، اتان ڪان ڪوڙ جو اونداهو ڏڪس ٿو شروع ٿئي- ۽- منهنجو اعتبار سڙي رک ٿيو آهي- آئون سچ چوندس ته اوهان جو ڪنڌ نمي پوندو- اوهان ڏوراپا ڏيندا ٻڪن ۾ پٿر پري منهنجي اڳيان سنگسار جي رسم نڀائڻ جو اعلان ڪندا-

ڪوڙ- اسانجن نس ۾ ڦهليو پيو آهي پر- ڪوڙ اسانجو ورثو ته ڪونهي- ڪڪڙ جي جبان تي ڦهليل ٿوهر جي ٻوڻ ڪان سچ ۽ زهر مون کي ورثي ۾ مليو آهي- سچ جو ميناج وسري ويو آهي ته ته- اهو ئي زهر امرت ڌارا بڻجي سگهي ٿو-

سو- اچو ته محبتون ڪريون- وصل جي ڪنهن خوبصورت رات ۾ سچائيءَ سان لائون لهون- محبتون، جيڪي جسم جي چار ۾ قاتل ته هجن پر روح ۾ پاتال تائين ڦهلجي وڃن- محبتون، جيڪي جنگ جي ميدان ۾ به انسان- انسان سان ڪري سگهي- محبتون

جيڪي سنڌي سماج جي ڪلچر ڪاڌل ديوار ڪي ڊاهي سگهن.
آئون محبتن جي اهيا رسم نڀائيندي اوهان کي هي ائپورو ڪتاب ٿي ڏيان،
اوهان به ڪجهه نه ڪجهه ڏيو. چپن تي جڪڻ ڪان الڪيل انالحق جو نعرو ٿي سهي.
۴ - پچاڙيءَ ۾
هي ڪتاب اوهانجن هٿن تائين آڻڻ لاءِ ڪجهه ماڻهن جي محبتن جو اعتراف.
خادم، پنهنجي جيون سائيءَ جي محبت جو اعتراف، جنهن لکڻ وارن لمحن ۾ مون سان گڏ ويهي منهنجين ڪهاڻين جو زهر پيتو آهي. عالم حسينيءَ جي محبت جو اعتراف، جنهن ڪتاب سهڻو لاءِ ڏکهاڏکها پنڌ ڪيا آهن. نثار حسينيءَ جي محبت جو اعتراف، جنهن جو شوق ڪتاب ڇپجڻ جو ڪارڻ آهي. ۾ فتاح (شرجيل) جي محبت جو اعتراف، جنهن منهنجن لفظن کي چترن جو روپ ڏنو آهي.
۶ -
۾ ليڪا ڪيڍي
صليب ناهي
پنهنجو پاڻ لنگي چڙهان
جي،
دک سيني لکي نه سگهان

نورالهدیٰ شاهه

۵ جنوري ۱۹۷۹ع
حيدرآباد



# من درپن

وشال دَرتيءَ تي من پر تائين گونجندڙ پيڙا جو پڙلاءُ-

ساروڻن ۾ جڳن تائين اها ساڳي پيڙا ڇو ٿي رهي نرمل!- ساروڻا، جيڪي اسان سارڻ نه چاهيون، پوءِ ڇو ٿا پلا اندر منجهاران ريهءَ ڪري ايرن (ساروڻن ڪي ڪيڏو نه پڙلا آهي)- نرمل! ساروڻا هٿ تريءَ جوت ريڪاوُن ته ناهن جو ڊاهي نه سگهجن- پوءِ پلا تون ڇو نٿي وسرين بلڪل ائين جيئن توڪي، ۽ مون ڪي، پنهنجي- پنهنجي، جنم- پل جا ساروڻا ڪينهي-

- ۽ اڪيلائپ جو گهيرو ڪيڏو نه تنگ آهي (چڱ- ڪڻ ۾ گهريا پيا هجون جڳن ڪان) ڪو دوست- ڪو سنگي- ڪو ساٿي، سڀ ڪيڏو دور رهجي ويا، وشال نيري اڀ جي هن پار- تون به نرمل!- ۽ آئون بلڪل اڪيلو، سرءَ جي اگهاڙي وڻ سمان.

نرمل- او- و- نر- مل-

تون منهنجون ڳالهيون سلين ڇو نٿي، جڏهين ته هر ڳالهه ڪي هزارين معناوُن آهن- جيئن تنهنجي چاندوڪي رات جهڙي بدن ڪي انيڪ روپ آهن- ۽ منهنجو روح گفائن ۾ گم ٿي چڪو آهي- هي منهنجو آخري جنم- پل آهي، پوءِ آئون ڪڏهين به من پونهءَ تي موٽي ڪونه ايندو سانءِ. تون- تون مون ڪي پڪارين ڇو نٿي نرمل (پيڙا جي پڙلاءَ سمان) آئون- جوگم ٿيندو ٿو وڃان هوري- هوري پرندو ٿو وڃان- آئون ته موهن جي دڙي جو ڪنڊر آهيان نرمل!-

وسڪيءَ جي پيريل گلاس ۾ ليٽيو پاڻي- هن نرمل کي ٿي پڪاريو-

سگريٽ جي دونهين جي هن پار- هن نرمل جا سرخ چپ چمي ورتا هئا ۽ لپ اسٽڪ جو رنگ هن جي چپن تي رهجي ويو هو (رنگ- جيڪي جڳن تائين رهجيو وڃن) .هن نرمل کي انهي ئي گلاس ۾ پري پيئڻ چاهيو هو ۽ هوءَ چپ چاپ هلي وئي هئي- اڄ ڪان نڙي خشڪ ٿي پئي هيس-

- ۽ هو بلڪل اڪيلو- اڪيلائپ جي گهيرٽ ۾ گهريل من- دربن رتن جو آواز لاڳيتو ٿو اندر منجهاران اڀري، نر- مل- او- و- و نرمل اوِ- و- و-

هن پونه کي پلا ڪو سک آهي؟- ۽ ذک جي انهي سلسلي ۾ امان سپ گهيرجي ويا آهيون دک جا گول دائرا- ۽ اندر ۾ انيڪ صليب ٽنگيا پيا آهن، وک- وک تي-

دور- بيروت ۾ باهه تي ڏکي-

پارت ۾ هندو مسلم فساد-

باهه ۾ برندڙ ايران جي ڌرتي ڏاڍي هئي- ۽ سپ موت ڪڙڪائي ويو-

۽- تون نرمل! ڪهر چاٽي ته بيروت جي باهه ۾ سڙي وئين يا ايران ۾ تنهنجو سجيل سجايل گهرونڌو ڪن- پل ۾ ناس ٿي ويو- ۽ تون ڪنهن ديل ديوار هيٺ رهجي وئين او-و- نرمل! تون پلا وسرين چو نٿي!!؟؟

سگريٽ جي بوءِ ۾ اجهامندو ٿو وڃي- پرندو ٿو وڃي-

آئون- هن پونه تي سپ کان ڏکي انسان آهيان- بلڪل اڪيلو- جڏهين تنهنجو جهاز ڌرتيءَ تان اڏاڻو هو ۽ نيڻ نهار کان اکين وڃي گم ٿي ويو هو- تڏهين آءُ ڪلاڪن تائين بيٺو رهيو هئس- آپ ٿي بادل ڦهلجي ويا هئا ۽ آئون پولارن ۾ توکي ڳوليندو رهيو هئس-

هن لمحي تون ڪٿي آهين نرمل- سڄي پونه تي باهه ٿي ڏکي-

هي چنڊ وري ڪڏهين نہ ايرندو
هن رات کي اڄ تہ وڃڪيءَ جي ڏک سمان
گيت ڏئي ہي چڙيون
سمنڊ ڪناري واريءَ تي
هڪ ٻي جا نانءَ لکندا رهون
Oh! My freind come back, come back

وشال نيري آڪاش تي— ٽيڙو تو ٽمڪي، جيئن تنهنجن نيڻن ۾ نيڙو ٽمڪندو آهي

توکي ياد آهي سکر جي اها بي حد اداس رات—نرمل!— تو چيو هو "تون منهنجن سپنن جي سمدرتا آهين". انهي پل آسمان تي انيڪ تارا ٽي جرڪيا ۽ جڏهين هڪ تارو اجهائو هو، تڏهين تو چيو هو "اهو اجهائل تارو— آئون هيس"

"نہ— آئون هئس" مون چيو هو

هن پل— جڏهين انيڪ تارا منهنجي اندر ۾ اجهامندا ٿا وڃن— تڏهين آئون سوچيان ٿو تہ اهو اجهامندڙ تارو بہ آئون هوندس.

گذري انهين ٿي رات وئي— تن مان نہ تمهنجي تات وئي— منهنجا پرين— او بانورا— اوسانورا جهونگاريندي— جهونگاريندي انيڪ ساروڻا ورائي ويا اٿس—

اجا رات ڪيڏي ڏکي آهي— منهنجين ٻانهن ۾ هلي آ— نرمل!

زندگي نانءُ آهي انهي پل جو، جيڪو گذري ٿو تنهنجين هٿ ريکائن ۾—

۽— اهو پل ڪڏهين بہ تہ نہ آيو هو هن جي ڪنهن بہ جيون— پل ۾—

---

صديون— يگ— جنم اڳ
آجهامندڙ نما شام جو پهريون پل
نرمل کي، سريل جي وڻ هيٺ، ميل جي سفيد پٿرن سمان، بلڪل تنها ڏٺو هئائين

ـعابدا! ـ هوءَ تنهنجي ڪنوار ـ سريل جبي ون هيٺ
(من ـ ينيرجي پيو هئس) ٻرانگهون پڙهندو ـ سريل جي وڻ هيٺ،
هن جي بي حد ويجهو اچي بيٺو هو ـ ايترو ويجهو جو نرمل
کي هن جو ساهه پنهنجي مک تي سرندو محسوس ٿيو هو، هوءَ

لپ اسٽڪ جي رنگ وانگر سرخ پڃجي وئي هئي ـ سريل جي
انهي وڻ هيٺ هن نرمل جا چپ چمي ورتا هئا ۽ ڪيترا
رنگ سندس چپن تي رهجي ويا هئا
”مون سان آءِ جي هن پار ـ هلي هل نرمل!“
”ڇا آهي ـ آءِ جي هن پار؟“ هن جي ٻانهن ۾ گلاب
جي سرخ پنکڙين وانگر هڪ ـ هڪ ڪري ٽڪرندي ٿي وئي.
”هڪ ننڍڙو سڪيو سنابو گهروندو ـ هلندئين نه نرمل!“
آءِ تي تارا ٽي جرڪيا ـ روح ۾ قهليل بليو روشنيءَ
۾ هن نرمل کي تي ڏٺو، جنهن چلڪڻ تي گهريو ۽ ڪيترا
رنگ هن جي سرخ لپ اسٽڪ لڳل چپن تي چهٽا پيا هئا ـ ۽
هو اهي سمورا رنگ، هڪ ـ هڪ ڪري، پنهنجن بي رنگ چپن
تي سجائيندو رهيو هو.
”چورا“ هوءَ ائين کليءَ جڻ دور ـ ڪٿي ڪو ساز وڄندو
هجي ـ الله ـ هو ـ هو ـ هو، الله هو ـ هو ـ هو
برسات جون انيڪ بوندون متانس اچي ڪريون هيون
ٽپ ـ ٽپ ـ ٽپ

بليو روشنيءَ ۾ جرڪندڙ نرمل جي سندر پاچولي تان،
سٽ ڏئي ـ ڪاري، اماس رات جهڙي ساڙهي ڇڪي ورتي هئائين.
دور ـ آءِ جي هن پار ڪو سڏڪو ابريو هو ـ ڪنهن جو هو
اهو سڏڪو؟ (هو جڳن تائين سوچيندو رهيو هو) اڄ ٻه ـ وسڪي
جي پريل ـ گلاس منجهاران اهڙا انيڪ سڏڪا ابرندا آهن ـ ۽
۽ ـ هو پگهريل ميڻ بتيءَ وانگر اجهامي ويندو آهي
نرمل ـ هن جي زندگيءَ جي الاءِ ڪائين عورت هئي
هر عورت جو بدن هڪ جهڙو ٿيندو آهي

ساڳي خوشبو
ساڳيا رنگ.
پر- نرمل، جنهن ۾ هڪ ئي وقت ڪائنات جا سڀئي رنگ ۽ روپ هيا
نرمل- جيڪا سندس خوابن تي ڇانئجي وئي هئي
ن- ر- م- ل- ا- و- و- و
انيڪ ڏينهن ڪان پوءِ-
انهي ئي سرڪل جي وڻ هيٺ ويٺل ڏٺي هيائين (جڏهن جي بيمار ٿي لڳي) هو، چپ-چاپ سندس پويان اچي بيٺو هو- هن، آپ جي هن پار ٿي ڏٺو (ڇا آهي آپ جي هن پار؟- هڪ ننڍڙو سجيل- سنواريل- سڪيو- سمايو گهر وندو)
۽ هو چپ چاپ هليو آيو هو ۽ نرمل کي ڪل ئي ڪان پئي هئي
هو- آماس راتين ۾ سوچيندو هو ته پلا ڇا ٿي ڏٺو هن، ائين آپ جي هن پار-
پوءِ- ڪڏهن جي برٿڊي ٿي-
پاپيءَ جي بيڊ روم ۾ ڪيس اچي رئي ۾ ويڙهيل- سيڙهيل نماز پڙهندي ڏٺو هيائين، ايڏي شوق سان- ڄڻ، خدا کي ڏسندي هجي ۽ هو- ير ۾، پٽ تي ويهي رهيو هئس ۽- جڏهين سلام واري هن کي ڏٺو هيائين- تڏهين، ڏسندي ئي رهي هئي- انيڪ پل مون لاءِ به دعا گهر نرمل!- زندگيءَ ۾ پهريون پيرو، ڪيڏي سچائيءَ سان هن روئڻ چاهيو هو، نرمل جي جوت تي سر ڌري،
۽- هو بنهي هٿن ۾ مک لڪائي روئي پئي هئي- ”تون- تون- هليو وڃ هتان- هليو- وڃ“ ڇري تي پئي هئي ڇا! (هو اڪيلائپ ۾ سوچيندو هو) ۽ نرمل جي انهن انيڪ سڏڪن جي سوٽ ۾ هو وڪري پيو هو
”نرمل!- سچي، آئون ڏاڍو برو آهيان- ڏس آئون توکي هٿ نه پڏان (هن هٿ جوڙيا هئا) آئون انهي رات توکي ڏسي- الاءِ ڇو وس ۾ ڪون رهيو هئس- تون- مون لاءِ ڪائنات

جي سڀ کان مقدس عورت آهين- نه- مان هون کي معاف نه ڪندئين- آئون تنهنجو گناهگار آهيان نه.

"منهنجي ڪنوار نه ٿيندئين نرمل!" هو سچ- پچ هن جي اڳيان رئي جي پلاند ۾ مک لڪائي روئي پيو هو- هي ڇوڪريون- ايڏو جلد ڇو پرڻجي وڃڻ لڳنديون آهن...

- نرمل کان پوء، هن کي سڀ عورتون ڪوڙ ۽ ڏوڙ پاسنديون هيون.

پوء- هوء هن کي روئندو ڇڏي، روم کان ٻاهر نڪري وئي هئي- هو پنهنجي اڪيلي سان فرش تي وڇايل مسلي ڏسندو رهيو هو، جنهن تي هوء پنهنجي عبادت جا نشان ڇڏي وئي هئي. ڪيڏو چاهيو هيائين ته اتهي مسلي تي ويهي- اهو هڪ گناه بخشرائي- اهو گناه جيڪو، هڪ بي حد اداس رات، نرمل جي بدن جي سندرتا، پنهنجي هٿ- ريکائن ۾ سجائڻ جي عيوض مليو هئس.

-الا- ايڏو ڪلاپ

هن لائٽ آف ڪري ڇڏي هئي ۽ ڪلاڪن تائين دريء وٽ سگريٽ پيئندو رهيو هو (۽- پل- پل ڪري دکندو رهيو هو)- ٻاهر لان ۾- برت ڍي مهل سيني تي سندس پچا ڪئي هن پنهنجو ٿانء ڪيترا پيرا پڏو هو- ۾- ڪوبه سڏ ڪو نه ڏنو هئائين

لان ۾- ٿوهر جي ٻوٽن وٽ، هوء سيني کان الڳ- ٿلڳ بيٺي رهي- هو، چپ- چاپ بند دريء جي شيشي مان هن کي ڏسندو رهيو، ڪيترا پل- ڪيترا پهر

- ۽ پوء -
نشي ۾ الوٽ
روم ۾ ڦهليل ڇوڏاري، سگريٽن جا اڌڙ
ماچيس جون تيليون- ڪيترو چاهيو هئائين ته ڪنهن هڪ تيليء سان پاڻ سڙي ناس ڪري- زندگي- موت
اهو ٻه ته موت هيو- زندگي ته اها آهي جيڪا نرمل جي چانو ۾ گذري

پلا پانهيءَ ۾ ڇا هيو جو هن نرمل جي ڪنواريءَ بدن کي (نرمل جي نه چاهيندي به) انيڪ روپ ڏنا هئا. (مي عورتون بدن جي پوترتا لاءِ اپڏيون ڇتيون ڇو آهن. پر نرمل ته اڄ به مون لاءِ ساري لوڪ لاءِ پوتر آهي). ويهاڻو پسي پيو هئس

پاڻس جي گهر وچان ڇڏي ڏنو هئائين (جتي نرمل جو واسو هو) اتي مٿان ڪنهن پل به سريل هيٺ، اهالڪ هوءَ ليپي پوي

ءِ. پوءِ هڪ رات فون جي ريهءِ، شانت جو سهنو چيريندي، سندس ڪنهن ۾ پرڻ لڳي هئي. مڪ تائجي ويو هئس. ست ڏئي ڪريڊل تان رسيور کنيو هئائين

هن پار. پاپي هيس

”عابدا. پليز. هيئر. هن لمحي. هليو آ“ فون جي هن پار پاپيءَ جو سڏڪو اڀريو هو ءِ هو من ئي من ۾ سڄو سراپجي ويو هو. نرمل کي نه ڪجهه ٿيو هجي. هن بن هو ته مري پوندو. ناس ٿي ويندو ”ڇا. ٿيو. پاپي؟“ جيئن. تيئن ڪري اهي ٿي لفظ اڪليا هئس.

”نرمل. ننڊ جون گوريون کاڌيون آهن.“ هوءَ فون تي روئي پئي هئي

فليٽ جو در ڪليل ئي ڇڏي. هو لفٽ بدران. اٺين ماڙ تان. ڏاڪڻين مٿان ڊوڙندو لٿو هو. ڪيتريون ٽيڪسيون پرسان لنگهي ويون هئس. ءِ هو ڇوواٽي تي. ڪنهن ميڙ ۾ وڃائجي ويل ٻار وانگر روئي پيو هو

هاسپٽل ۾. نرمل جي سيرانديءَ ويهي، جڏهين هن ڏانهس نهاريو هو تڏهين. دور. ڇڻ ڪنهن مندر ۾ گهنڊ ٿيو وڳا.

”ڪيئن آهين. نرمل“. هن الاءِ ڪيئن سگريٽ دکايو هو ءِ. نرمل اکيون پوريءَ ڇڏيون هيون. شايد هن رچو مڪ ڪونه ٻسڻ چاهيو هئائين

”آئون هن دونهن تي سڀ ڪان بدصورت شئي آهيان نه. نرمل“ هو ٻارن وانگر اداس ٿي پيو هو. نرمل جو مڪ تائجي

ويو هو- پيلي پنجي وني هٿي سرءَ جي پيلي پن وانگر- "ڇو آيو آهين نون- نفرت آهي مون کي توکان- آئي- آئي هيٽ يو" ڪيترا لڙڪ- ڪيترا ڏک ۽ پيڙائون نرمل جي نيڻن ۾ ڦهلجي ويون هيون.

[illegible] هن کي پيلا ڪهڙي ڪل نه ڪيترا هاڃا هئا نرمل جي بند اکين ۾ [illegible]

"ڪڏهين نه مون تمان پيار نه هيني- نرمل- آئي-آئي-لو-يو-[illegible]" پرنددو سگريٽ؛ هن جون آڱريون ساڙڻ لڳو هو.

"[illegible]" نرمل جي اها ڪڙي نه (جنهن ڪٿس پاتال تائين لوڏي ڇڏيو هو)

هڏي- موتي آيو هو- ۽ - نرمل پڪاريو به نه هئس [illegible] هن جي جيئڻ جا سڀئي ڪارڻ اڻپورا رهجي ويا هئا [illegible] پلا ڪهڙو ڪارڻ هو هن وٽ جيئڻ جو- هيمٽ- هن لمحي- هن پل-

زندگي توبن- سنڌ جون پتون ۽ بر آهي
زندگي توبن- اماس رات آهي نرمل!

تن ڏينهن جڏهين هو هاسپٽل مان موتيو هو ۽ نرمل کيس پڪاريو به نه هو

هو نشي ۾ آلوٽ پيو هوندو هو
سڄو ڏينهن پنهنجي پاڻ سان پيو وڦلندو هو
وشال نيري آڪاش تي، جي ڪو تارو اجهامندو هو ته- اهو اجهاڻل تارو پنهنجو پاڻ پاسندو هئس- تن ڏينهن هن جي پلنگ وٽ پيل Dust bin سگريٽ جي اڌڙن ۽ ماچيس جي تيلين ۽ ڦاٽل ڪاغذن (جن تي هن نرمل لاءِ خط لکي ۽ ڦاڙي ڇڏيا هئا) سان ڀرجي ويو هو- تن ڏينهن- روز رات جو، ڪا نه ڪا عورت بيڊ روم ۾ سجائيندو هو- ڪٿي به- ڪون ڪونهي- نرمل!

هوءَ- جيڪا اهو سوچي آئي هئي ته هو هن جو انگ-

انگ ڦلوريندو- سا ڪيڏو هار سينگارڪري آئي هئي- پر هو، هن جي اگهاڙي بدن تي ڪنڌ لاڙي روئندو رهيو- هو- لڙڪ، جيڪي عورت جي بدن ۾ جذب ٿيندا ٿي ويا- هر لڙڪ جي ڪا نه معنيٰ هوندي آهي- ڪو نه ڪو تاثر هوندو آهي

”ڇو ٿو روئين-؟“ هن جي روئڻ تي عورت ڪيڏي ناگوارئيت محسوس ڪئي هئي

اگهاڙي بدن تي لڙڪ نه ڪونه لاڙيا آهن- انهن نه رنگ چورائيا آهن

پر- هو روئندو رهيو

”ڇو ٿو روئين؟“

”مون کي نرمل تي ياد اچي“ هو نشي ۾ وڙڪڻ لڳو

”هن کي مون سان نفرت آهي نه- ان ڪانڻ روئان ٿو- نه روئان ڇا؟— پڌا! اوهين عورتون ڪپڙن ۾ اندران هڪ جهڙيون آهيو- پر- اوهان جي آتما ۾ هڪ جهڙو حسن ڇو ڪونهي- اوهين سڀ بڪواس آهيو- آئي- هيٽ- يو“ عورت جو مک تاثجي ويو هو

”توں به جڏهين هتان ويندئين نه مون کان نفرت ڪندئين نه-“ هو سڏڪيو

. هو روئندو رهيو هو- ۽ جڏهن صبح ٿيو هو تڏهين هوءَ هلي وئي هئي

ٻي رات— هن هڪ ٻي عورت بيڊروم ۾ سجائي هئي

ڪاٻه نه نرمل ڪان نڪتي.

سڀ محض عورتون هيون- شوپيس- سجيل سنواريل

پر نرمل ڪاٻه ڪان هئي- پر- نرمل به نه عورت هئي نه- ڪيترين جون سازهيون هن سٽ ڏئي لاٿيون هيون- پر ڪنهن به نه اهو سڏڪو نه پريو هو- جيڪو سڄي پوڻءَ تي (هن پر ڪان هن پر تائين) پيڙا جا پڙلا ٻڌجي گونجرو هو- ڪنهن به نه هن ڪان نفرت جو اظهار نه ڪيو هو

- هو دکندو رهيو

دکي- سڙي- رڪ تي ويندو- ٽاس ٿي ويندو
يا- هڪ اداس رات- گورين لپ ڦڪي مري ويندو
دور- اپ مٿي چنڊ ٿو جرڪي

آئون توکي گلاب چين - ن چمن تو چاهيان
آئون رڻ ۾ ڄڃن کان تو رلان
پر چند ڪڏهن به ترني ني لهي نه سگهندو
اڄ ته من لوڪن کان دور
هڪ ننڍڙو ڪهروندو جوڙيون
جتي ڪوبه پاڻ کي لڀي نه سگهي
اڄ ته هڪ ٻي ۾ گم ٿي وڃون
Oh! My friend come back, come back
پاڻس کي ڪيڏو ڏک هو سندس نه اچڻ جو.
ڪڏهن انيڪ ڏينهن بيمار هئي پر هو ڪونه ويو
نرمل آپگهات ڪيو. انيڪ ڏينهن! هاسپٽل ۾ رهي. پر
هو صرف هڪ وار ويو (هاڻ هو چاچوي ها ته اهو هڪ وار
من لاءِ ڪائنات جو سڀ ڪان وڏو هاجو بڻجي پيو هو) پيو
نه نه پاپيءَ جو ني خيال ڪري ها جنهن جي هوءَ پيڻ آهي
امان. لوڪ ڪاڻ تا جيئون
لوڪ ڪاڻ تا مرون
لوڪ سان گڏ نه هلون ته ڪيڏا ڏوراپا گڏ ٿيو پون
هڪ گرم ٻن ٻهرن جو هو پاڻس جو گيٽ اوڙانگهي
اندر گهڙيو هو
وراندي ۾ لڳل مني پلانٽ جا ٻن ٻيلا ٻنجي ويا هئا.
ڪير به نه هو. بس پت تي، هڪ ڪارو ڪانگ ڪنڌ نوايو
ويٺو رهيو. مولي وڃڻ چاهيو هيائين
ڪاش. ڪنهن روم مان. ڪنهن وڻ جي پوپان ڪان.
ڪنهن ڪند پاسي ڪان هوءَ نڪري اچي (نه چاهيندي به اها
خواهش من ۾ واپسو ڪرڻ لڳي هئي) ۽. جڏهين هو واپس موٽڻ
لڳو هو تڏهين پاڻس جي ڪار اندر گهڙي هئي.
من کي ڪرويرو، نه اچڻ جي معافي وٺي پئي. پاڻس ڪان
پوءِ. هو سيني جي وچ ۾ ويٺو هو. پر هوءَ ڪان هئي
نه ٿي من جو ڪو آواز ڪو ٻاچولو به نه هئس. ٻاهر
رات ڦهلجي وئي هئي. ڪيڏانهن وئي هلي هوءَ؟. (هو پل-پل-

سوچيندو رهيو) ڪوچ ڪي ليڪ ڏئي اڪيون پوري ڇڏيون هيائين-
پاپي شڪايتون ڪندي رهي سندس هائوڪي ورتاءَ جون (هن
ڪي پلا ڪهڙي ڪل ته هڪ رات- بي وس ٿي مون سندس
پيڻ جي چانڊوڪي رات جهڙي سندر بدن تان ڪارڻي اماس
رات جهڙي ساڙهي سٽ ڏئي لاهي ورتي هئي
۽ هوءَ هتي ۾ مڪ اڪائي روئندي رهي هئي
مون هن جي بدن جا سمورا رنگ چوندي ورتا هئا
- ۽ هاڻ آئون هن لاءِ پل پل ٿو ڌڪان- سگريٽ وانگر)
پاپيءَ جو آواز دور ٿيندو ٿي ويو ۽ هو پريل ڊرائينگ روم ۾
بلڪل اڪيلو رهجي ويو هو- هن جي هن آڱرين جي وچ ۾
انڪيل سگريٽ، هووٺان- ٿوريان ڌڪندو رهيو هو
ن - ر - م - ل - ا - و - و - و
اندر منجهاران مسلسل سڏ ٿي ايريا س ۽ انهي پل ٻئون
اجهامي ويون هيون- روم ۾ ڪيترا آواز ٻئيون اجهاڻ تي
تبصرو ڪرڻ لڳا- پاپي- پاپاءَ- گڏي- ممو
۽- انيڪ آوازن ۾ امالڪ هن جو به آواز اپڙيو هو-
هن ٻند اکيون ٻئي ڇڏيون هيون ڪيترا پل هوءَ هن ڪي نظر
نا آئي هئي (۽ ڪيترا پل نرمل ڪي به هو نظر نه آيو هو-
نه ته جيڪر روم مان هلي نه وڃي ها- جن ڪان نفرت هجي،
انهن آڏو هڪ پل به جيل جيڏو ٿيو پوي- جن سان اٿاهه پريم
هجي، انهن آڏو پل ڪيترا ننڍڙا ٿيو پون)
پوءِ هن ڏٺو هو-
هن ليبل تي ميڻ بتيون ٻي ٻاريون- ميڻ بتين تي نميل
هن جو مک ڪيڏو اداس ۽ بيمار ٿي لڳو- سرءَ جي پيلي
پن سمان-
هن تي پن-ڇڻ جي رت جو گمان ٿيو هئس
هوءَ شايد ڪنهن شاديءَ تان موٽي هئي- مڪيش لڳل
ڪاري ساڙهيءَ ۾- هوءَ-
۽ هن کي اهائي اماس رات جهڙي ڪاري ساڙهي ياد
اچي وئي هئي- جيڪا-

"نر-مل!"

-تون چپ چاپ آب جي هن پار ڏسندي رهنئين هئين.

"ڇا ٿي ڏسين، نر-مل!"

"هڪ ننڍو سنڪيو سنڀالو گهرو تندو، ڪيترا تارا، ڪيترا لڙڪ ٿي تنهنجن نيڻن ۾ تجر ڪيا. "تنهنجن نيڻن ۾ تيرو ٿو تمڪي. تون سون لاءِ ڪالي داس جي شڪنتلا آهين، ڏس نرمل، آئون تو آڏو هن ميز تي واتڪر پکهرنداو ٿو وڃان، اڇهاسنڊو ٿو وڃان. ڏس آئون جڳن ڪان تو آڏو روئڻ ٿو چاهيان. پر روئي نٿو سگهان. آئون. آئون. انيڪ عورت جي بدن ۾، شراب جي انيڪ گلاسن ۾، سگريٽن جي ساهه ۽ دونهين ۾ ورهائجندو ٿو وڃان. پر ڪٿي به تنهنجي خوشبو ناهي. آئون تنهنجي چاتو نا ۾ جيئڻ چاهيان ٿو، ن-ر-م-ل-ا-و-و-ن-ر-م-ل."

"تون هليو وڃ. هتان. پلير. عابد!" ايڏي پيڙا جو هئي تنهنجي آواز ۾. "تو ڪيان اڪيتي ڪو به نر ڪس ڪونهي. آئون ته نرمل- انهي هڪڙي ڏڪ تي جڳن تائين وڃهي لڪا پائڻ ٿو چاهيان. جيڪو تو تائين وڃيو پهچائي. ڪري! نرمل! تون پڻي رهي آهين نه، تو پنهنجن لڪن ۾ آڱريون جو وجهي ڇڏيون آهن! ٻون ڪي پڙهن رڇو نٿي؟ آئون. ڪيڏو نه پرو سهڻي. پر تنهنجي اندر ڪنهن ڪنڊ ۾، هڪ خوبصورت انسان نه ته آهي. نرمل! راتي.

"تو ڪڏهين آڪاش تي اڇهامي وٺل تارا ڏٺا آهن- عابد!" هوءَ دري وٽ اچي بيٺي هئي. دري کولي ڇڏي هيائين "آئون ته انهن تارن جيمان آهيان. جيڪي آڪاش تي هوندي به اڇهامي ويندا آهن- پر مون به اڇهامي نه چاهيو هو عابد!"

ڪليل دري ۾ مان- برسات جون ٻونديون- اندر اچي من جو ميڪ اپ ڪيل مک پيشاني لڳيون هيون. "هان" ته مون ۾ آرامي ڏيڻ جي به سگهه ڪانهي-" شايد هوءَ رني تي پيئي اندر ۾ انهي پل- عابد، آخري سگريٽ پاڪيٽ مان ڪڍي

پوندو- ناس ٿي ويندو ”ڇا- ٿيو- ڀاپي؟“ جيئن-تيئن ڪري اهي
ٿي لفظ اڪليا هئس-
”نرمل ننڍ جون گوريون کاڌيون آهن-“ هوءَ فون
تي روئي پئي هئي
فليٽ جو در کليل ٿي ڇڏي- هو لفٽ بدران- ائين
ماڙ تان- ڏاڪڻين مٿان ڊوڙندو لٿو هو- ڪيريون ٽيڪسيون
پرسان لنگهي ويون هئس- ۽ هو ڇوڪريءَ تي- ڪنهن مٺڙي ۾
وڃائجي ويل ٻار وانگر روئي پيو هو
هاسپٽل ۾- نرمل جي سيراندي ۾ ويهي، جڏهين هن ڏانهنس
نيهاريو هو تڏهين- دور- ڇڻ ڪنهن مندر ۾ گهنڊ ٿي وڳا.
”ڪيئن آهين- نر-مل؟“- هن الاءِ ڪاڻ سگريٽ دکايو
هو ۽- نرمل اکيون ٻوري ڇڏيون هيون- شايد هن جو مک
ڪون پسڻ چاهيو هيائين
”آئون- هن پونءَ تي سڀ ڪان بدصورت شيءِ آهيان نہ
نرمل“ هو ٻارن وانگر اداس ٿي پيو هو- نرمل جو مک تائجي
اماس رات جهڙي- ڪاري ساڙهي- اڄ تہ پنهنجي مٿان
تائي سمهي پؤن
پڙ- دور- قيامت جي اچڻ جو آواز- سڀ ڪجهہ ناس
ٿي ويندو ايندڙ لمحڪن ۾
عورت جي بدن تان ڪاري ساڙهي ڇڪي هن مُک تي
تائي ڇڏي هئي- جيئن ننڍي هوندي رات جو، جنن ڀوتن جي
خيال کان سراپجي پنهنجي مٿان رلي تائي ڇڏيندو هو
”رشي!- تون نرمل تہ ناهين پر- اڄ رات مون لاءِ نرمل
بنجي پؤ- آئون توکي پوري- پوري قيمت ڏيندس“ ۽ هو ٽيبل
تان وسڪيءَ جو ڀريل گلاس کڻي پيئڻ لڳو-
آئون- تنهنجي تانءَ اڄ پنهنجو پاڻ فنا ٿو ڪريان
جيلن جي هن پار-
جڏهين سج بڏڻ لڳندو
تڏهين- تنهنجي روم جي ديوارن تي منهنجا پاڇولا ڏکيا
ٿيندا ويندا

پوءِ تون، ڪن- پل لاءِ ئي سهي
چو نئي مون ڪي چاهين
Oh! My friend come back, come back
هوءَ جا هڪ رات لاءِ سندس بستري تائين آئي هئي-
تنهن سندس چپ چمي ورتا هئا.
”آئون- نرمل آهيان- آئون توکي جڳن کان چاهيندي
تي اچان- آئون- رات جي اڪيلائپ ۾ تنهنجا سپنا ڏسندي
آهيان (عورت- هن جا دک وندڻ لاءِ، ڪن-پل ۾ انيڪ ڪوڙ
ڳالهايا هئا) تون- منهنجن سپنن جي سندرتا آهين“ ڪهڙو ڪهڙو
اڳ نرمل ۾ ساڻس اهي ڳالهيون ڪيون هيون- ڪوڙ- سچ،
انهن جي ڪٿ هو ڪڏهين نه ڪري سگهيو. هن جو اندر
سگريٽ جي اگارن سمان دکڻ لڳو- ”بڪواس بند ڪر-بڪواس-
بند- ڪر- بند ڪر- بند- ڪر- ڪر- ڪر-“ وسڪيءَ جو
خالي گلاس عورت جو جرڪندڙ بدن آڪري پيٽ سان وڃي
لڳو هو ۽ پور- پور ٿي غاليچي تي ڦهلجي ويو هو
من- درپن پڄي پورا ٿيو هو
ٽڪر- چارسو ڦهلجي ويا هئا
هو- عورت جي ڪاري ساڙهيءَ ۾ مک لڪائي روئندو
رهيو- عورت کي پهريون ڀيرو ساڻس همدردي محسوس ٿي هئي
هوءَ ساڻس ائين نمي وئي هئي- جڻ سندس جيون ساٿياڻي هجي
(نرمل ته پوءِ به هوءَ بڻجي نه سگهي هئي)
”تون- چو ٿو روئين؟“ هن جي وڪڙيل وارن کي آگرين
سان سنواريندي عورت پڇيو هو
”اوهان عورتون ڪپڙن اندران بلڪل هڪ جهڙيون آهيو-
پر- پر- اوهانجي آتما ۾ چو هڪ جهڙي خوشبو ناهي-“
”سچائپ آتما سان نه پر تن سان ٿيندي آهي- پلا توکي
ڪهڙي ڪل ته ڪيڏي دکهي پلصراط تي ٿي، منهنجي آتما
هلي ۽ ڪيڏي بي نانءُ (انيڪ نانو هوندي به) آهي منهنجي
آتما- تون- تون منهنجي آتما کي سچائين ٿو- ڪهڙو نانءُ
آهي تنهنجي آتما جو؟-“

هيون-
نرمل- اچي وڻي آهي منهنجو گهر آباد ڪرڻ لاءِ-نرمل
توکي نيٺ پر اچڻو هو
رڌڻي ۾ ڪو، ڪوپ يا شايد ڪو گلاس- يا- ڪا
پليٽ (يا- من- درين) پڇي پيو هو
مون، تو- بن، جيئن جا سپني ڪارڻ وڃائي ڇڏيا هئا- نرمل!
هو رڌڻي ۾ هليو آيو
مون جنم- پل کان انهي لمحي جو سپنو ڏٺو آهي
نر-مل!
هان آئون ڪنهن بي عورت جي بدن جا رنگ نه چوندينداس-
وسڪيءَ جون پريل بوتلون باٿ روم ۾ هاري ڇڏيندس- آئون-
تنهنجيءَ چانو ۾ ئو جيئڻ چاهيان.
تون آهين نه- آه اندران ڪيڏو پرچي ويو آهيان
هو رڌڻي جي در تي اچي بيٺو
ڪاري ساڙهيءَ ۾ هوءَ در ڏانهن پٺ ڪيو بيٺي هئي.
(هن کي ڪل ئي ڪان هئي ته کو رڌڻي جي در تي هو
بيٺو آهي- جڻ- ڪنهن عبادت گاه جي چاؤنٺ تي بيٺو هجي)
چلهه تي دکيل چانهه جي پاڻيءَ مان هوريان- هوريان، ٻاڦ
ٿي نڪتي
هن پٺي هٿ- پويان کان- هن جي اکين تي ڏريا هئا ۽
هوءَ گلاب جي پنکڙين سمان هڪ- هڪ ڪري سندس پانهن
۾ وکري وئي هئي
اڙي- Oh! No- هوءَ نرمل نه ڪانه هئي- هوءَ ته راتوڪي
عورت هئي- رشي- جنهن جي بدن تي ڪند لاڙيءِ هو، ساري
رات روئندو رهيو هو- اهي لڙڪ جيڪي هو جڳن جي خواهش
کان پوءِ به نرمل آڏو لاڙي نه سگهيو هو
هانو تي راتوڪي رات جا ساروڻا هري آيا هئس لڪ
پڏي هن کي ڏسندو رهيو هو- انيڪ پل
ڪاش- هيءَ عورت تون هجين ها نرمل! آه هن پل
مڪتي پائي وڃان ها- هو دکي ٿي پيو هو ۴۰- انيڪ پيڙائون

ٿندس من واتال تائين ڦهلجي ويون هيون-
اسان جيڪي ڪجهه چاهيندا آهيون- اهو سڀ ڪجهه ناهي ٿيندو- آخر ڇو نرمل؟؟- آخر ڇو؟
انيڪ وار وڪرندا رهون- انيڪ وار پنهنجي هٿان- ٻين جي هٿان جڙندا رهون پر اهڙا ڇو نه جڙي سگهندا آهيون، جهڙا جنم- پل ڪان جڙيل هوندا آهيون- جن سان دک ونڊڻ چاهيندا آهيون سي ڪڏهين به هٿ نه ايندا آهن- جن ڪان دک پيا لڪائيندا آهيون سي ائين دک ونڊي ويندا آهن جو ڪل ئي ڪانه پوندي آهي- ها نه- نرمل!

چانهه جو پاڻي ٽهڪڻ لڳو هو- هوءَ هن جي پاسن ڪان ڏار ٿي ڪم ۾ لڳي وئي هئي ڪنهن بي حد سگهڙ ۽ چاهڻ واري زال سمان-
”تون هل- آئون- اجهو ٿي نيرن کنيو اچان-“ ڪتلي ۾ چانهه وجهندي هن مرڪي ڏانهنس نهاريو هو ”ڏينهن کان ٿانو خراب ڪري ڇڏيا اٿئي- هاڻ ڏس مون رڌڻو صاف ڪري ڇڏيو آهي- وري خراب نه ڪجئين-“
”ايڏا سگريٽ ڇو پيئندو آهين- مون تنهنجي بيڊ روم مان اڄ سون جي حساب سان سگريٽن جا اڌڙ ميڙيا آهن-“
”بد- هڪ ڳالهه چوانءِ- ايڏو نه پيئندو ڪر- مري پوندين“
”آئون به نه مرڻ چاهيان ٿو- پر مري نٿو سگهان- الاهه ڇو- مرڻ جيئڻ اسانجي وس ۾ ڪونهي-“
”ن- ر- م- ل- او- ن- ر- م- ل، هن من ئي من ۾ ٿي واڪا ڪيا
هن جو سڄو فليٽ هڪ عورت جي خوشبوءِ سان واسجي ويو هو- سڄي گهر جو روپ ئي مٽجي ويو هو-
نرمل- آئون توکي ڇهڻ ٿو چاهيان- منهنجا سمورا ڪس ڪم ٿيندا ٿا وڃن- آئون تنهنجن جوڙيل گول دائرن ۾ پيو ٿو ڊوڙان- هيءَ عورت ڇو ٿي انهن دائرن کي ڊاهڻ چاهي

هي عورت منهنجي ڇا ٿيندي، جيڪا ساڙهيءَ جو پلاند چيلهه سان ٻڌيو، برش سان غاليچو پئي صاف ڪري، جنهن جا وڪريل وار، غاليچي سان اٿنديءَ دز ۾ لٿجي ويا آهن.

اسان سڀ مٽيءَ ۾ لٿيا پيا آهيون- مٽي، جيڪا وقت ٿيون پريو، ته اچلائي...

هن جي پونءِ تي ڪهڙو ڪم آهي هن عورت جو- ڪهڙو ناتو آهي مون سان-

پل ايل جو خانيءَ - پوءِ هيءَ مٽ ۾ پئسا پيڙي ڏهلي ويندي- پر- هيءَ اجان وڃي چو نٿي ڇا ٿي چاهي- اتون ته صرف تنهنجو آهيان- نرمل- او- نرمل!

گهر صاف ڪري هوءَ ڪيڏي پرسڪون ٿي پئي هئي ۽ هو ڪيڏو بي سڪون ٿي پيو هو.

"تون، گهر ته ويندئين- ڏنل ٽائم، ڪان ته وڏڪ مون وٽ وڃي آهين" هن ڪيسي مان انهي ٽائم جا پئسا ڪڍي وڌايا هئا، جيڪو هن ڏنل ٽائم ڪان وڌيڪ بائيس ڪهاريو هو- ۽ سرخ نوٽن جي ڀاڃولي ۾ عورت جو ٻڪ تاڻجي ويو هو- سگريٽ سمان ڊونهالجي ويو هو، هن ڏندن هيٺ چپ ڏئي ڇڏيو هيائين- جن- اهو سندس آخري جنم پل هجي...

"وٽ نه-" چيو ته هيائين پر پو جا پاو هانو ته هري آيا هئس ته جي هيءَ وٺي هلي ته اڪيلائپ جي ڏانڻ مون کي گڙڪائي ويندي- OH!GOD دنيا ۾ ايترا سارا ماڻهو آهن پوءِ به ڇو آهي ايڏي اڪيلائپ؟؟؟

"تنهنجي قميص جو بٽڻ ٽٽو پيو آهي- ڏي ته ٽانڪي ڏيانءِ-"

"تنهنجو- منهنجو ڪهڙو ناتو آهي- تون آخر وڃين ڇو نٿي" ڪيترا گهنج هن جي نرڙ تي پئجي ويا هئا

هوءَ هن جي بي حد ويجهو بٽڻ ٽاڪيندي رهي هئي- هن جي نيڻن ۾ الاهي ڇا ٿي جرڪيو.

نرمل!- هن ليڪي تون ڇا سوچيندي هوندئين- ڪهڙي جاڻ

زندگي- محض هڪ ڏيکاءُ آهي،
اسان سڀ بظاهر جيئون ٿا .
پلا- جي اسان سچ-پچ جيئون ٿا ته پوءِ ڇو هر پل موت
جا پاوَ ٿا هانيو تي هرن
نرمل!- اسان زندگيءَ ۾ ٿي مريو وڃون پر ڪوبه ته
اچي پڙ ناهي پريندو. ڪو دوست- ڪو سنگي- ڪو ساٿي
جا ضروري آهي ته اسان ڪفن ۾ ويڙهجي- سيڙهجي-
ڌرتيءَ جي سيني ۾، مٽيءَ تتيءَ هيٺ دفن ٿي وڃون-
زندگيءَ ته اهائي آهي، جيڪا تنهنجي تن جي ڇانو ۾
ٿي گذري
آئون حو تو بن مرندو ٿو وڃان- ن- ر- م- ل- ا- و- و-
ن- ر- م- ل

”بڌا- پسن تي ورتل بَدن ۾ به ته آتما هوندي آهي
ته- بدن جي کانڊاپي ۾- ڪٿي نه ڪٿي آتما ڪي به ته اسانجيون
آڱريون ڇهي وٺنديون آهن- هن سڄيءَ پونه تي ڪوبه ته گهر
منهنجو ڪونهي- جنهن کي آئون سجايان- سنواريان- ۽ پوءِ
به هن گهر جهڙا منهنجا انيڪ گهر آهن- تون- بڌين ٿو ته
عابدا جيئن تون اڪيلائپ جي گهيرٽ ۾ گهريل آهين- تيئن
آئون به بلڪل اڪيلي آهيان- ڇا سڀ ساٿهو اندران اڪيلا
هوندا آهن- سڀ اندران قبرستانن وانگر سنسان هوندا آهن ڇا-
اسان هڪ ٻي جون اڪيلايون ورهائي ڇو نٿا ونون عابد- آئون
به تو وانگر جيئڻ ٿي چاهيان پر- اندر ئي اندر مٿي پئي آهيان-
هاڻ- هاڻ منهنجي سکهه به ختم ٿي وئي آهي ؟- اٿين ٿو لڳي
جڻ آئون پاويهن سالن جي عمر ۾ اسي ورهين جي پوڙهي ٿي
وئي آهيان-
رشي- (اهائي هڪ رات لاءِ خريد ڪيل عورت) گرم ڪافي
سپ ڪندي- هورٻان- هورٻان ڳالهائيندي رهي ؟ هو چپ-چاپ
ڪوپ مان اٿندڙ ٻاڦ ۾ الاهه ڇا ڏسندو رهيو
نرمل- او- و- ن- ر- م- ل- او- و- و

ٻاهر مسجدن ۾ ٻانگ ٿي ملي. ڪيترا پيلا پن، هڪ- هڪ ڪري ڇڻي پيا آهن.

"تون- عابد علي!- مون ڇاڻ شادي ڪندين؟" هن جي نيڻن ۾ لڙڪ جهامل ڪرڻ لڳا ۽ هڪ لڙڪ ڪوپ ۾ پيل ڪافي منجهه، ڪري ڳم ٿي ويو. هوءَ جيڪو هن ڪافيءَ سان ڪڏ ڳيت ڏني هي ڇڏيو هو-

"آئون- ڳفائن ۾ ڳم ٿي چڪي آهيان- آئون- ڌرتيءَ تي ڪنهن به مڙد جي (ڀوءِ هو. ڪيڏو به برو ڇو نه هجي) زندگيءَ ۾ اچڻ ٿي چاهيان- ڪنهن جي جيئڻ جو ڪارڻ ٿي بنجڻ چاهيان- عابد!- هن ڌرتيءَ جي هر عورت وانگر آئون به به هڪ ننڍڙو ملڪيو ستابو خو صورت گهر ٿي آباد ڪرڻ چاهيان- گهر- جنهن ۾ آءٌ ڪنهن جو پل-اپل اوسيئڙو ڪيان.

- مون سان شادي ڪندين. عابد علي!" ڪوپ ٽيبل تي رکي ،هوءَ هٿن ۾ مک لڪائي روئي پئي هئي-

اهو سڀ ڪجهه، تو ڇو نه چيو نرمل!-

هن جي وشال من تي دور- دور تائين تي دک جا تارا جرڪيا

" . نرمل!- اج آئون ٻاڻ ڪي تنهنجن سارون جي سنسان قبرستان ۾ ٿو دفن ڪيان

هي- اچوڪو ڏينهن به سمنڊ ۾ ٻڏي ويو آهي- ائين زندگيءَ جا سورا پل ٻڏندا ويندا سمنڊ ۾- درياهن ۾- جبلن جي هن پار- رٽن ۾- بلڊنگن جي ٻوبان- سرءَ جي پيلن پنن ۾- ڪو به پل نه رهندو- نرمل رائي!

ٻوءِ- هڪ وار- صرف هڪ وار- آئون توکي ڪلاس ۾ پري پيئڻ ٿو چاهيان-

هيءَ عورت، جيڪا سامهون ڪوچ تي ويٺي آهي سون سان اڪيلائين جو سودو ڪرڻ ٿي چاهي ۽ مون ۾ ايڏو ساهس ٿي ڪٿي آهي جو هن جي اڪيلائين ۾ رنگ پري سگهان- اڪيلو ته آئون به آهيان (جنم- پل ڪان اسان سڀ اڪيلا آهيون)

پر- منهنجين اکيلائين ۾ تہ تنهنجو رنگ آهي-
اڄ تہ هڪ وار وري وڃڻ لاء پيار ڪيون- انهي پيار
۾ آئون توکي ڇهڻ جي خواهش ڪڏهين بہ ڪون ڪندس-
ڇهڻ سان واريءَ جا گهر ڊهي پوندا آهن نہ نرمل!-
تون هن پل ڇا سوچيندي هوندئين نرمل!
— اسان بي معني ليکا آهيون- ڪير تو پلا اسان
کي سلي سگهي-

۴- انهي رات هن وسڪي بہ ڪان پيتي هئي- هو نشي
۾ الوٽ تہ نہ هيو هن آخري پيرو نرمل کي فون تي چيو هو
"مون سان شادي ڪندئين- نرمل؟-" هن جڻ بيک
گهري هئي
"آئون- مرڻ ٿي چاهيان- عابد!"
"پوء مون سان شادي ڇو نٿي ڪرين- اهو بہ تہ موت
آهي نہ جو تون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان شادي ڪرين (نہ
چاهيندي بہ) جنهن سان توکي نفرت هجي-"
"آئون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان شادي ڪندس عابد!-
جنهن جي آڱرين بہ ڪڏهين مون کي ڇهي نہ ڏٺو هجي-"
رسيور جي اندر ڪيڏو شور آهي
لاڳيتو ڪجهہ ٽٽندو ٿو وڃي
-نرمل- تنهنجو آواز ڪيڏو دور آهي- پاڻ آپ جي
هن پار کان ايندو هجي-
منهنجي سامهون اها عورت ويٺي آهي، جيڪا منهنجين
اڪيلائين ۾ ۽ پل تنهنجو رنگ پنهنجي مک تي سجائي نرمل
بڻجڻ ٿي چاهي- ڪيڏيون پيڙاؤن آهن هن جي مک تي- آئون
تو سان فون تي پيو ڳالهايان- پر تنهنجو آواز ڪيڏو دور
ٿيندو ٿو وڃي
-Hello!— Hello!— نرمل- ا- و- ن- ر- م- ل- ا- و- و
"پر- آئون توسان شادي ڪرڻ بدران-گورين لپ ڪي
آسانيءَ سان مري سگهان ٿي مون کي نفرت آهي توکان- تو

مون کي پاتال تائين دفن ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ ته مون ۾ جيئڻ جو ساهس ئي ناهي رهيو" هوءِ سڏڪي پئي هئي- يا اهو من جو گمان هو

اهڙا انيڪ سڏڪا- جيڪي ڪٿس رات جو اڪيلائپ ۾ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن

"تون- عابدعلي- ڇو ٿو مون کي پورڻ چاهين- آئون- ڪي پل جيئڻ ٿي چاهيان- بي حد سڪون سان- ڏهنجي وجود ڪان ڏار ٿي- زهر جو پيالو پي- سدائين لاءِ اکيون پورڻ ٿي چاهيان- عابد علي- آئون- آئون-"

"مون ڪان ڏار ٿي- جي سگهندئين- نرمل!"

تون- دريءَ ڪان ٻاهر ڏسين ٿي- نر-مل- وشال نيري آڪاس تي ليڙو ٿو لمڪي- ڪيڏي روشني آهي سڄي شهر ۾- پر ڪيڏي اونداهي آهي- ڇا اسان جبري ئي قبرن ۾ دفن آهيون- اسان هاڻ ڪڏهين به پيو جنم نه وٺي سگهنداسون-

ن-ر-م-ل-او-نر-مل.

۽ نرمل ڪيڏي زور سان (شايد- نفرت جو اظهار ڪرڻ لاءِ) رسيور- ڪريڊل تي رکي ڇڏيو هو- هو انيڪ پل رسيور هٿن ۾ جهليو ويٺو رهيو-

اج آئون ڀيٽندس- تنهنجي درد جي ٿانءَ-نرمل!

اج آئون- پاڻ ۾ مرڻ جو ساهس پيدا ڪندس

نر-مل- او- نرمل- ر-ا-ئي

اج آئون پنهنجا سڀ درد توکي ٿو ارپيان.

موهن جي دڙي جي کنڊرن ۾- ليڪسلا ۾-رني ڪوٽ جي قلعي ۾- هالا سنڌوءَ جي ڪپ تي- مهاڻن جي ٻيڙين ۾- مڪلي ۽ ڀنڀور ۾

سنڌ جي پٽن ۽ برن ۾

لکڙ جي پيلن جبلن تي اپريل ڏوهر جي پولن جي

چانئو ۾

سنڌ جي جهونن اوليائن جي مقبرن تي.
ڀٽ شاهه ڪان. سچوءَ تائين. نرمل. ڪٿي به سڪون ناهي
پيڙا آهي. جا هن سڄي ڀونءِ تي تي رقص ڪري
ڪندڙن ۾. درباهن ۾. مقبرن ۾ ۽. ڪتابن ۾.
شاڻهن جي ذلين ۾.
جي ڪو تنهنجي درد ۾ پاڳل ٿي نڪري، ته به ڪيڏانهن
وڃي. نرمل. راڻي
نرمل جي درد ۾. دنيا تياڳي. سنڌ جي پٽن برن ۾
وڃي نڪتو هو
پيرين پيادو. سنڌ جي سڄي ڌرتي هن کي روئندي محسوس
ٿي هئي. اوم. شانتي. شانتي. هو هلندو رهيو. مٽيءَ ۾ ڀيوت.
نشي ۾ الوٽ
ڪٿي به مڪتي ناهي نرمل. هڪڙي تيليءَ مان. سڄي
ڪائنات ٿي دکي.
هن ٻن جي پيڙي ڪيڏي دکائي. ۽ تنڪون ڊکهاڙي.
اکيون پوري چڏيون هيائين
نچ. لهي. مانجهي. ٿي. ٻکين ڪوڙيا. ڀڪ. ڪن
ميڙيا مالڪ موتي. ڪن ميڙيا ڪک
ٻن جي پيڙي. هن جي پيڙي. هن جي آڱرين ۾ دکندي رهي
ڀٽ جي فقيرن جا آواز اوچا ٿيندا ٿي ويا. آڪاس
ڏانهن. آپ جي هن پار. ڌرتيءَ جي رڳ. رڳ ۾. الله هو
هو. الله. هو. هو. هو
هن جي پيرن آي سنڌ جي پٽن. برن جي مٽيءَ جا تهه
هيا. هو پنگ جي نشي ۾ جهومندو لڳو. اوم. شانتي.
نرمل. تنهنجو پاچولو. ڪيڏو دور ٿيندو ٿو وڃي.
ڪيڏو دور
ڪن ميڙيا مالڪ موتي. ڪن ميڙيا ڪک
ڪن ميڙيا مالڪ. ڪن ميڙيا ڪک
هن پتلون جي کيسي مان الاءِ ڪائين ٻڙي ڪيڏي دکائي
۽. انهيءَ پل اجهامندڙ اکيون وڃي سامهون اٽڪيون

هُئس-

پولارن ۾- جتي هوءَ ويٺي هئي- جنهن سائس اڪيلائيءَ جو سودو ڪرڻ چاهيو هو

ڪٿي به مڪتي ناهي- هو، انهي هڪ رات لاءِ خريد ڪيل عورت جي ٻانهن ۾ گهيرجي ويو- جيڪي ڪجهه آهي انهي پيڙا ۾ آهي.

"ڪوهه تو پنهنجو پاڻ جلائي ناس ڪرين- ٻاچولن جي ٻويان.

هل. ته موٽي هلون- عابد!- هٽ-هٽ ۾ ڏئي- دور، جبلن مان سچ تو. ايري- ڪنهن هڪڙي ڏگ تي ويهي ليڪا پائڻ ۾ ته مڪتي ناهي- اڄ ته سچ جا سورا ڪرڻا- پنهنجي پاند ۾ ميڙي- سيڙي وٺون- جيڪي ڪجهه آهي، هن پل ۾ آهي- جيڪو مٺ ۾ بند آهي- آسمانن جا ستارا اجهامي وڃن ته ڇا آهي- اکڙيون ٻاٽ ۾ ٻرنديون رهنديون- اڄ ته دائرن ۾ ڦرندي رهڻ ٻدران- دائرن جا ليڪا ڊاهي اڳتي نڪري وڃون- ڏک جا ٻنڌڻ ٽوڙي آزاد ٿي وڃون- انيڪ ڏک ڦهليا پيا آهن، ڪهڙي جاڻ انهن ۾ مڪتي هجي- ڌرتي جيڪا ٻاهه جو ٻرندڙ گولو آهي- پکهر جي ٻوندن سان اها ٻاهه اجهائي- امرتا مائيون- شانتي آهي نياءَ ۾- سچ ۾- سچ، جيڪو تو وانگر دنيا تياڳي گرٽي چڪو آهي- اڄ ته انهيءَ جا پيراڪٺي هلون- ڪٿي نه ڪٿي ته سچ لڀي پوندو نه- عابد!-

هر لڙڪ کي هزارين معنائون آهن- هر روپ جا انيڪ رنگ آهن- هن پونءِ تي جيڪي ڪجهه آهي سو سپنو آهي- سپنن جي ساپيان مائڻ جو ڪنهن ۾ آهي ساهس!- سمنڊ ڪناري- سنڌوءَ جي ڪپ تي هلندا رهون- پنهنجا پيرا، جيڪي پوپان رهجي ويندا سي آهن پاڪ ڦٽيءَ جو ٻهرڀون پل- عابد!- دوست!

ان ڪان- اڳ جو ڪائنات سڄي ڀسم ٿي وڃي ڪنهن نيوڪران ٻم جي ڪرڻ سان- ان ڪان اڳ جو مهاڀاري جنگ جي آڳ ۾ سڀ ڪجهه سڙي رک ٿي وڃي- ان ڪان اڳ جو ڪجهه به نه رهي- اڄ، اهو ڏگ وٺي هلون- جتان ڪان سچ تو ايري."

هوءَ عورت، جنهن سنڌس سنسان زندگيءَ ۾ رنگ ڀرڻ چاهيا ها. سا سندس اجهاڻل. اجهاڻل مک تي نمي وڌي هئي.

پنهنجن سرخ چپن سان سندس بي رنگ چپ چمي ورتا هيائين.

سندس هٿن کي پنهنجن مرد هٿن ۾ جڪڙي ڇڏيو هيائين هن کي. ٻانهن ۾ ڀري. وٺي آئي هئي. سنڌ جي ٻيرانن مان.

”آئون تنهنجي ڪجهه به نٿي لڳان. پوءِ به منهنجا توسان هڪ رات جا جوڙيل انيڪ ناتا آهن

اسان جيڪي هڪ ٻي جي جسمن جا رازدار آهيون. اڪيلائپ جي ڪهيرٽ ۾ گهيريل آهيون جڳن ڪان. ڇا آهي جو هڪ ٻي لاءِ پناهه گاهه بڻجي پؤن.“

هو چپ چاپ، اکيون بند ڪيو. ٻڌندو رهيو

هوريان. هوريان، تن. پاتال تائين، مرد آگرهن سان پنهنجي آتما کي ڇهندو رهيو هو.

ڪيڏا ميرانجهڙا ٿيجي ويا ها نرمل جا ٻاچولا. دائرا، هڪ . هڪ ڪري لٽندا ٿي ويا. دور جبان مان سج ٿي اڀريو.

ڪلاڪن ڪان. دريءَ تي ٽونٽ رکيو بيٺو رهيو. ٻاهر سڄي ڪائنات ڦهليل هئي. سندس ٻوٻان. ڪيڏيون اونداهيون رهجي ويون هيون.

وشال نيري آڪاش جي ڇانو ۾. ٻادلن جو سينو چيريندو جيڪو جهاز وڃي پيو. انهي ۾. نرمل. راڻي. توسان منهنجا اڌورا سپنا به اڏاڻا آهن.

آئون، ريڊيو، ٽي. وي. اخبار ۾ ڀوائتيون خبرون پڙهي. ٻڌي. اکيون ٻوري ڇڏيندو آهيان ڪهڙي ڇاڻ تون ڪٿي هجين. هن ٻل، جڏهين ڌرتي سڄي، هڪڙي تيليءَ سان ٿي دکي. پؤ جا اهي ڪهڙا پاوَ آهن. نرمل!

اداس راتين ۾ جڏهين رشي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي واٽلن وڃائيندي آهي. تڏهين آئون گيلري ۾ رکيل ٿوهر جي ٻولن وٽ اچي ويهي رهندو آهيان. ڪيترا تارا آسمان تي اجهامندا ويندا آهن. مون کي تون ياد ايندي آهين.

مون- مني پلانٽ جي هر پن تي تنهنجو نالو لکي ڇڏيو آهي

• ڪيترا ڀيرا پن ڇڻي- منهنجي اڱڻ ۾ ورڪريا پيا آهن جڏهن ڪائنات سڄيءَ تي اداس رات جو واسو هوندو آهي تڏهن تنهنجا سارونڻا دل-نگر جي گهٽيءَ- گهٽيءَ ۾ رقص ڪندا آهن

Oh! My friend come back- come back

# ديوارون

سمورو ڀاڙو شريفن جو هو. اوچيون ديوارون هڪ ڀئي مان گذ تيل، وچ ۾ گهٽي هئي جنهن جي ٻنهي پاسي گند جون کليون ناليون وهنديون هيون. آڌيءَ رات جو انهن نالين جي ڌپ ويتر وڌي ويندي هئي جا هوريان هوريان برداشت کان ٻاهر ٿي ويندي هئي. اهڙين ئي راتين جو آڌيءَ ويل جڏهن نسيم موٽندي هئي تڏهن انهن اوچين ديوارن ۾ لڳل درين جي سيرن مان کيتريون ئي ديوارين جي اندر پوساتيل حيران حيران اکيون ليئا پائينديون هيون. انهن سيرن جي پويان جهاتيون پائيندڙ اکين کي نسيم چڱي ريت ڏسي سگهندي هئي. سندس ڪپاڙهن چپن تي حقارت ڀريو ٿهڪ ٻٽجي گونجندي هئي. جاتي واٽي پنهنجي گراهڪن ڏانهن نهاري کلي ڏيندي هئي. هن جي ٿهڪ جي گونج ٻڌي درين جون سيرون بند ٿي وينديون هيون ۽ انهن سان گڏ ئي هن جو ٿهڪ به ٻڌي ويندو هو. گراهڪن کان موڪلائي هوءَ اندر هلي ويندي هئي.

سمورو ڀاڙو شريفن جو هو جڏهن هوءَ اتي ويئي تڏهن کيترا ڏينهن ڌنڌو ڪري نه سگهي. شريفن جي ڀاڙي ۾ گناهه ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. نيٺ ڌنڌو شروع ڪري ڏنائين. شريفن جي ڀاڙي جون نه ديوارون ئي لڏي ويون پر هن جي اکيان ڪنهن جي نه هلي. شهر جي هر وڏي ماڻهوءَ وٽ اونداهه رات ۾ هن جو نالو وٺبو هو. ها ايترو ضرور ٿيو جو هن جي

گهر ڏانهن ڪلنڌڙ دريون بند ٿي وڃون پر جڏهن آڌيءَ رات جو گراهڪ سان ٺهڪ ڏيندي هئي ته انهن دريـن ۾ سيرون کلي ويندبون هيون ۽ هوءَ پنهنجا ٺهڪ روڪي نه سگهندي هئي.

شريفن جي انهي پاڙي ۾ هن جي گهر جي ديوار سڀ کان ننڍي هئي. هر گهر جي دريءَ مان هن جي گهر جو اڱڻ صاف ڏسبو هو.

سڄ لٿي جڏهن هو ساڙهي پائي ميڪ- اپ ڪري ڪاهن تي وار کولي خوشبو هڻي ٻاهر نڪرندي هئي تڏهن به درين ۾

سيرون پنجي وينديون هيون. ڪن پـل لاءِ ترسي هوءَ چوڌاري نيهار ڪندي هئي اهي ئي حيران هڻ ڪي گهوريندڙ پوساٺيل نظرون ۽ پوءِ مرڪي هوءَ گراهڪ جي موٽر ۾ ويهي رهندي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن نسيم جي دل چوندي هئي ته هو انهن ديوارن ۾ پوساٺيل نظرن وارين ڇوڪرين وٽ وڃي ۽ انهن آڏو ٻيهي ابڏا آزاد ٺهڪ ڏي جو هنن جي گهرن جون ديوارون ڀڙي پون.

ڪڏهين ڪڏهين اٿين ٿيندو هو جو سندس اڱڻ ۾ هو پنهنجي گراهڪ کي ٻئي وندرائيندي هئي تڏهين سندس اڱڻ جي بلڪل سامهون ڪلنڌڙ دريءَ جي سيرمان ٻه نظرون مسلسل پيون گهوريندبون هيون جيئن ڪو پڃري ۾ قيد پکي حسرت سان آزاد پکين کي گهوريندو آهي. نسيم جون ادائون ويتر وڌي وينديون هيون.

تنهن رات ننڊ مان هوءَ سجاڳ ٿي ته اڄ ڪنڌا ٻنجي سندس نڙيءَ ۾ ڇپڻ لـڳي هوءَ اڱڻ ۾ پاڻي پيئڻ آئي پاڻي پيئندي اوچتو سندس اکيون سامهونءَ واريءَ دريءَ تي وڃي کتيون دريءَ جا ٻئي ٺاڪ کليل هئا انهن حيران نظرن ۾ اڄ دپ هو هوءَ دريءَ مان ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڇڻ ڪجهه کولي رهي هئي ۽ زهر ڀري مرڪ نسيم جي چپن تي تري آئي هئي.

پت سان سرڪندو ڪـو پوائنو پاڇو دريءَ ڏانهن وڌي

رهيو هو نسيم کي آديءَ رات جو اوچتو وٽن جا پوائتا پاڇا ياد اچي ويا. انهيءَ پوائتي پاڇي جيان هي پاڇو دريءَ ڏانهن وڌي رهيو هو. دريءَ ۾ بيٺل هيسيل ڇوڪري هر هر ڊپ وچان ڪڏهن اندر ڪڏهن ٻاهر ڏسي رهي هئي- پاڇو هن جي اوريان هليو آيو. دريءَ مان ايندڙ ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ ان پاڇي کي ڏسي نسيم ڇرڪي پئي.... اهو عالم هو جيڪو اچا ڪلهه رات نسيم وٽان ٿي ويو هو- عالم اڪثر نوٽن جون دستيون کڻي نسيم وٽ هڪ رات جو سودو ڪرڻ ايندو هو. نفرت جون چٽنگون نسيم جي اکين ۾ ٻرڻ لڳيون ڏاڍي حقارت سان هوءَ ٻڏڪي "شريفن جو پاڙو."

ٻي ڏينهن عالم سدائين جيان نوٽن جي دستي کڻي آيو نسيم جي بدن ۾ باهه ٻرڻ لڳي. عالم ڏانهن گهور ڪري چيائين "رات گهٽي قيمت ڏني؟"

"ڪنهن کي؟" عالم ڇرڪي پيو.

"جنهن ڏانهن ويو هئين"

عالم ڦڪي کل کلڻ لڳو ڪجهه سهي پوءِ چيائين "تو ڏسي ورتو!"

"رنڊيءَ جون نظرون تيز هونديون آهن. عالم"

"هوءَ تمام شريف ڇوڪري آهي نسيم!"

"قيمت گهٽي ڏني؟" نسيم حقارت سان چيو.

"ڇيم نه ته هوءَ تمام شريف ڇوڪري آهي."

"اڙون- رنڊي آهيان انهيءَ ڪري منهنجو ملهه آهي. هوءَ شريف ڇوڪري آهي! انهيءَ ڪري املهه آهي!"

"اهو ته زماني جو دستور آهي." عالم نوٽن جي دستي کرسيءَ تي ڦٽي ڪندي چيو.

نسيم وڏي پئي الائي سندس ڪهڙي پرم کي ڌڪ رسيو هو نفرت سان نوٽن کي گهوريندي چيائين "پر رات جو لڪي انهيءَ وٽ به ائين ٿي ويو هئين جيئن هت آيو آهين."

"هوءَ شريف ڇوڪري آهي نسيم".

"تڏهين توسان رات جو ملي ٿي"

"انهيءَ لاءِ جو هوءَ شريف ڇوڪري آهي" عالم چڙي پيو.
"هوءَ به رنڊي آهي" نسيم جو آواز اوچو ٿي ويو.
"هوءَ رنڊي ڪانهي هوءَ شريفن جي پاڙي جي لڄ آهي"
"پوءِ آءٌ به شريف زادي آهيان شريفن جي پاڙي جي لڄ". هن جي دماغ جون نسون ڇڻ ڦڙڻ لڳيون ڪرسيءَ تان نوٽن جي دستي کڻي زور سان عالم ڏي اڇلايائين جيڪا عالم جي پيرن ۾ اچي ڪري، هوءَ وقفيل تانگھ جيان ٿي ڇهڪڻ لڳي. عالم به ڇرجي اٿي بيهي رهيو، نوٽ کڻي نسيم ڏانهن نفرت سان گھوريندو هليو ويو. عالم جي وڃڻ کان پوءِ هوءَ ڪيتري دير وحشت جو روپ بڻيو بيٺي رهي. ساري رات پنهنجي کٽ تان سامهون بند تيل دريءَ ڏي گھوريندي رهي. هن جي دماغ ۾ هڪ ئي لفظ چڪر ڪائيندو رهيو "آءٌ رنڊي نه آهيان آءٌ رنڊي نه آهيان." "....جيڪي اوچين ديوارن جي پويان رهندڙ ڇوڪريون اٿين غير مرد جا (آڌيءَ رات جو دريءَ مان جهاتي پائي) چپ چمي سگهن ٿيون ته پوءِ آءٌ ڇو اٿين ڪرڻ سان رنڊي آهيان آءٌ به لڄ آهيان. آءٌ به لڄ آهيان." ساري رات هن جو دل ۽ دماغ جنگ ڪندو رهيو. ٻئي ڏينهن سيٺ هاشم پاڻيءَ جو ڊرائيور چار چڪر هڻي موٽي ويو پر هوءَ ٽئين ڏينهن در بند ڪيو ويٺي رهي. انهيءَ رات جو سيٺ هاشم پاڻ هلي آيو. رات جو اڳين ۾ سيٺ هاشم جي اچڻ وارن ۾ آڱريون ڦيريندي انهي ئي دري ڏانهن گھوريندي رهي. آڌيءَ ويل اها دري کلي ڇوڪريءَ سيس ٻاهر ڪڍيو. انهيءَ رات ڪانُ به اڄ ميرڙي، روشني هئي جنهن ۾ ڇوڪريءَ جو ٻاڇو پوائنٽو ٿي ويو هو. هو ٻاڪي ريت ٻاهر ڏسي رهي هئي، نسيم هوريان چيڪي "شريفن جو پاڙو".
"ڇا ڇيئي منڙي؟" سيٺ ڪيس ڳراٽي پائيندي ڇيو هوءَ ڇرڪي پئي.
"ڪجهه به نه سيٺ صاحب! ڪجهه به نه".
"نون ڇئو ته منڙي! بندو حڪم جو غلام آهي."

”سيٺ سچ چئو آءٌ رنڊي آهيان يا لچ؟“
”تون تہ امانجي لچ آهين ماڙي“ سيٺ سندس چچ
چمندي چيو. اهو چوندي سيٺ جي پوڙهن چپن تي عيار مرڪ

تري آئي. نسيم جي دل ڪيو تہ هوءَ سيٺ جي انهن عيار
مرڪ وارن چپن تي تکي ڏي ۽ چئي ”رنڊيءَ جي نظر ڏاڍي
تکي هوندي آهي.... سيٺ.“ پر هوءَ چپ رهي. سندس نظرون
”ڪليل دريءَ“ تي ڪتل رهيون. هن شريف زاديءَ جــو پاڇو
ويتر پوائنٽو ٿي ويو. ”شريف زادين جا پاڇا ڏاڍا پوائنٽا ٿيندا آهن“
هوءَ من ئي من ۾ پڪڪي.
پريان پٽ سان لڳل پاڇو هوريان ڪليل دريءَ ڏانهن
وڌي رهيو هو. نسيم جي اکين ۾ رت مڙي آيو. ناليل جي ڏپ
ويتر وڌي وئي هئي.... ساهہ منجهائيندڙ ڏپ. هن جو در ڪليل ئي
رهيو جنهن سان هن جون تيز نظرون پاڇن کي گهوري رهيون
هيون. اهو عالم ئي هو جنهن کي ڏسي ڇوڪريءَ کن ڪان پوءِ
هن دريءَ سان بيگ اڇلائي جنهن کي عالم جهٽي ورتو. اها
بيگ نسيم جي متان ڇڻ ڇپ بڻجي ڪري. هن چاتو ٿي تہ
هاڻ ڇا ٿيندو، اهوئي جيڪو شريفن جي پاڙي ۾ بہ ٿيندو آهي
پر هڪڙو ڇڪاوٽو سڏرائجي پيو. شريفن جــو پاڙو، پي پل
ڇوڪريءَ بہ دريءَ سان ٽپ ڏنو پر ڪاپہ ديوار تہ لڏي. عالم
شريف زاديءَ جا چپ چمي ورتا انهن ئي چپن سان هن نسيم
جا بہ چپ چميا هئا پر پوءِ بہ نسيم رنڊي هئي ۽ هوءَ شريف زادي.
نسيم جي اکين آڏو سڀ ڪجهہ ميرانجهڙو ٿي ويو. ”ڇڪاو
شريفن جي ئي گهٽيءَ مــان جنم وٺندو آهــي“ هن چاهيو تہ
اهي اکر زڙ ڪري چوي پر سڀ ڪجهہ گهٽجي ويو. سيٺ هن
جي اگهاڙي بدن سان ڪيڏندو رهيو ۽ هوءَ....!!!
هوءَ ٻاهر گهوريندي رهي. شريف زاديءَ عالم جي ٻانهن
جهلي ڇوڏاري نهاري اهڙو ئي ٺهڪ ڏنو جيڪو نسيم گراهڪ
جي ٻانهن جهلي درين جي ميرن مان ليئو پائيندڙ نظرن ڏي
نهاري ڏيندي هئي. ان ٺهڪ جو پڙاڏو صرف نسيم ٻڌي سگهي.

ٻنهي جا پاڇا گڏجي ويتر ٻوائتا ٿي ويا هئا. هو ٻئي گهٽيءَ ۾
ڀڪڙيل اونداهيءَ ۾ غائب ٿي ويا.... دري ڪالل ٿي رهي.

ٻي ڏينهن انهيءَ ڇوڪريءَ جي گهر ۾ ڏاڍو گوڙ هو. نسيم چاهيو ٿي ته وچ گهٽيءَ ۾ بيهي، اوچا اوچا حقارت ڀريا ٽهڪ ڏئي پر هوءَ چپ رهي ۽ ڌيمي آواز ۾ ٻڙڪي رهي هئي "آءٌ شريف زادي آهيان. آءٌ لچ آهيان." سج لٿي هن جي گهر ڏانهن ڪلنڊڙ درين ۾ سرون رکي بند ڪيو ويو ۽ ديوارن کي ويتر اوچو ڪيو ويو. صبح جو رئيس خان محمد کان موڪلائيندي نسيم ڏاڍي لاڏ مان کيس چيو "رئيس هڪ فرمائش ڪيانءِ."

"چئو جاني سر ته حاضر آهي" رئيس کيس پاڪر پائيندي چيو.

هوءَ اوچين ديوارن ڏانهن نهاري حقارت مان مرڪي پئي ۽ چيائين "منهنجي گهر جون ديوارون انهن ديوارن کان ٻه اوچيون ڪرائي ڏي."

"ڇو؟" رئيس اچرج وچان پڇيو.

"آءٌ به شريف زادي آهيان" اهو چئي هوءَ ٽهڪ ڏئي کلي پئي. سندس ملڪڙي ٽهڪ تي ڄڻ سموريون ديوارون ڀري پيون.

ٻي ڏينهن هن جي گهر جون ديوارون شريفن جي پاڙي جي هر ديوار کان اوچيون ٿي ويون هيون.

# ناگا ساڪي

”ڇپوڪ هن جي شادي ٿي وئي- بالڪل ائين جيئن سيني جي
ٿيندي آهي- ڏاڍي ڌام ڌوم سان ڄڃ آئي، هن کي مينا بازار
جيان سينگاريو ويو ۽ پوءِ نڪاح جي ٽن ٻولن سندس زندگي
جون راهون ائين سڌائي ڇڏيون، جو پل اپل لاءِ ته ڪٽس ويساهه
ئي نه پيو آيو ته ڪو هو ائين ڪن پل ۾ نه چاهيندي به،
رئيس خدا بخش جي زال بڻجي وئي آهي. هن ته نڪاح مهل
”قبول“ به نٿي چيو جو اهو ننڍڙو پر ڪڙو ڀاري لفظ سندس
نڙي ۾ زهر جي ڪساري ڏڪ جيان اٽڪي پيو هو، پر جڏهن
ماڻس ڪٽس آپگهات ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني هئي ۽ پڻس اکين
۾ لڙڪ ڀري سندس آڏو هٿ ٻڌي ليلڙائيون پاتيون هيون —
”ڌيءُ! منهنجي عزت رک، منهنجن اڇن وارن ڏانهن نهار نه ته
آئون ٻيري ۾ خوار ٿي ويندس“. تڏهن نه چاهيندي به، ڪيترا
سڏڪا نڙي ۾ گهٽي، اکيون ٻوري هن قبول چئي ڇڏيو هو
ائين پڻس جي به اڇن وارن ۾ عزت رهجي آئي ۽ ماڻس آپگهات
ڪرڻ کان بچي وئي هئي، پر هن جي اندر جي دنيا موهن جو
دڙو بڻجي وئي هئي. سندس نڙيءَ ۾ رت ٻرجي آيو هو ۽ اکين
آڏو ڦري ويو هئس، پڻس جي عمر جيڏي رئيس خدا بخش جو
چهرو جنهن تان هوءَ سدائين سرتين سان گڏجي چرچا ڪندي
هئي. هڪ ڀيرو چرچي ۾ نسيم کي چيو هئائين ”آئون ته رئيس
خدا بخش سان شادي ڪنديس ملڪيت به ڏاڍي اٿس ۽ ڀائيندو
به ڏاڍو“. انهي چرچي تي هو ڏاڍو کليون هيون. تڏهن اهو
ڪونه سوچيو هئائين ته ڪڏهن محض کلڻ خاطر ڪيل

چرچا زندگيءَ جا سڀ کان وڏا يا ڪائنات جا به سڀ کان وڏا هاڃا ٿيندا رهيا آهن. پوءِ هن جو ڪيل اهو ننڍڙو چرچو سچ پچ هن جي زندگي جو سڀ کان وڏو هاڃو بڻجي ويو. رئيس خدابخش جو ڏاڏو پاڙي قرض پٽس تي هو شايد انهي ڪري يا الاءِ انهي ڪري ته پٽس اڻ ڄاڻائي ۾ اهو سمجهيو هو ته رئيس خدابخش جي ايتري ساري ملڪيت سنڌس ڏيءَ کي

ڪائنات جا ميٺي سک ڏئي سگهندي، سو رئيس خدابخش جو آيل سگ هو موٽائي نه سگهيو. ٻنا هن کان پڇڻ جي، ٻنا اهو سوچڻ جي ته الاءِ هوءَ زندگي جو ايڏو وڏو هاڃو سهي به سگهندي يا نه. هن جڏهن ٻڌو ته ڏهين ڪي ڏينهن هن کي ويساهه نه پئي آيو. هوءَ جا بيحد خوبصورت خواب ڏسندي هئي ۽ سنڌس خوابن جو شهزادو به ڪيڏو نه خوبصورت هوندو هو سو سڀ ڪجهه پوڙهي هيٺ آيل ڪچي ڀوٽ جيان لڙهي ويو. سنڌس ڪنهن به نه ٻڌي. سنڌس هر احتجاج جي ورائي مائٽن اها ڏني ته ''تون اڃا ننڍي آهين، تنهن سمجهين ته ڪو به مائٽ پنهنجي اولاد جو برو ناهي چاهيندو'' ۽ اهو هو به سچ ته ڪو به مائٽ پنهنجي اولاد جو برو ناهي چاهيندو پر هو به ڇا ڪري ها. سنڌس من کي به ويساهه جو تئي آيو. سنڌس اندر جي دنيا به ته ڄڻ ناگاساڪي ۽ هيروشيما بڻجندي تي وئي.

شادي واري رات رئيس خدابخش دل تي پٿر هئي. وارن ۽ مکڻين کي تازو ڪارو رنگ ڪيو هئائين— بوسڪيءَ جو وڳو ۽ پٽڪو ٻڌي، پنهنجي پر ۾ نوجوان ٿيو هو. هيءَ سنڌس تي شادي هئي. وڏي رئيساڻي جواني ۾ ئي الاءِ ڇو آپگهات ڪري پنهنجو انت آندو هو ۽ پويان هڪڙو پٽ ڇڏي وئي هئي، حميد. جيڪو هاڻ اڃا جوان ٿيو هو، حيدرآباد واري بنگلي ۾ رهندو هو ۽ پٽس کان به ڄڻ ته رئيون ڪٽر هو. ٻيو نمبر رئيساڻي جهڙي هئي تهڙي ڪانه هئي. ڏار حويليءَ ۾ رهندي هئي. گهڻا ڏينهن اڳ رئيس ڪٽس زنانو ڪري ڇڏيو هو ۽ پينشن ۾ هن کي ساهيڙيون مليون هيون، جن مان هوءَ رئيس

جون سڪون ئي لاهيندي هئي.

۽ هيءَ رئيس جي ٽين شادي هئي. هن تہ رئيس لاءِ عورتن جي ته ڪا به کوٽ ڪين هئي، پر نڪاح پڙهي ننڍي نينگري زال جي ته ڳالهہ ئي ٻي آهي. اهڙو چيڪ جڏهن دل چاهي ڪيش ڪرائي ڇڏجي. هوءَ به رئيس لاءِ انهي چيڪ سمان هئي

جيڪو رئيس پهرئين ئي رات ڪيش ڪرايو هو. پر هن کي رئيس جي اگهاڙي ڀاري جسم مان مردار گوشت جي ڌپ آئي هئي، جيڪو انيڪ ڏينهن ڌرتي تي پئجي پئجي ڦونڊو ٿي ويو هجي. سمورو وقت هن جون اکيون بند رهيون ۽ نڙي ڪڙي.

سدائين پنهنجو چيڪ ناهي ڪيش ڪرائبو. پرائي پئسي جيان پرائي عورت جي بدن جو نشو به جدا هوندو آهي، جنهن جي رئيس کي گهڻي عادت هئي، ۽ پوءِ نئين ڪنوار هئڻ جي باوجود هوءَ تہ چڻ برف جي سيز هئي. ورائيءَ ۾ رکيو رئيس کي پاڪر به ڪانہ پائيندي هئي. پٿر جي بت جيان اکيون پوريو پئي هوندي هئي ۽ اها ڳالهہ رئيس کي ڪانہ وڻندي هئي، هن به پيلا ڪيسين تائين هڪڙو ئي نشو پي سگهجي ٿو، جنهن جي رئيس کي صفا عادت نہ هئي، سو بہ ٽي ڏينهن هن مان متو هئي هٽي جڏهن ٽڪجي پيو تڏهن جيپ ڪاهي اچي زمرد بانو وٽ حيدرآباد پهتو. هوءَ پرائي رانديڪي جيان اڪيلي ڙهجي وئي. من جي شهر جون عمارتون سمنڊ ڪناري، واري جي ننڍڙن گهرن جيان، هڪ هڪ ڪري ڍهندڙيون ٿي ويون. سندس اکين جي صحرا ۾ واري پري پري تائين اڏامڻ لڳي هئي، رئيس جو اهو پيوانٺو پاڇولو، جيڪو هر لمحي سندس بدن تي ٻڪايل ڪتن جيان ڇهٽيو پيو هوندو هو سو ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڏار ٿي ويو هو، پر انهن جو ڇهاءُ اڃا تائين سندس بدن تي ڀري رهيو هو پاڻہ ٽوهر جا انيڪ ڦوٽا سندس بدن تي اڀري آيا هجن ۽ هوءَ انهن مان هڪ هڪ ڪري ڪنڊا چونڊي رهي هئي، جن سندس رڳ رڳ ۾، رت جي هر ڦڙي ۾ زهر پيري ڇڏيو هو. رئيس ڪٿسر رٽائر ڪونہ

ڪيو هو، پر ايڊوانس ۾ لاڪاس پاڻهن جو وارو چڙي ويو هو. جيڪي چاهيندين هيون ته هوءَ به رئيس جي ٻي زال جيان، منجهان رئيش جون سڪون لاهي، پر هن کي منجهان، رئيس جي پوڙهي جسم جهڙي، مردار گوشت جي ڏپ ايندي هئي ۽ هو هن جي ويجهو اچڻ لاءِ پيون واجهائيندين هيون. جو ڪنس خبر هئي ته هنن جي جنسي قربت جي بدلي، رئيسياڻيون، نوازڻ ۾ وس آهر ڪونه گهٽائيندين آهن، پر هوءَ به جا ويجهو اچڻ ڏي، جنهن خواب ڏٺا ها، ڪنهن نوجوان شهزادي جا.

”جيجان! تنگن کي زور ڏيانءِ؟ تڪجي پئي هوندئين“ هن کي اڪيلو ڏسي ڪانڊڪا اچي پاسي ۾ ويهندي هئس. هنن جا عادي هٿ هن جي بدن تي چار سو ٻوڙڻ لڳندا ها، ۽ هن کي آيڙڪو اچي ويندو هو ”آخ ٿو.“

رئيس زمرد بانو وٽان موٽي آيو ۽ هن جي بدن تي ٿوهرن جو جهنگ ويو ٿي گهاٽر ٿيندو. هن کي ته رئيس جي شوقن جي خبر ئي تڏهن پئي جڏهن رئيس جا ڪي دوست شڪار تي آيا ها، ساري رات ٻاهر اوطاق ۾ گهنگهرو وڄندا رهيا ها ۽ ڪنس ڪنهن پاڻهي اچي ٻڌايو هو ته رئيس نشي جي حالت ۾، ڪچري جي ڪچ ۾ ستو پيو آهي. سندس اندر جي دنيا ۾ طوفان اچي ڪن پل ۾ لنگهي ويو. الاءِ ڇو، الاءِ ڇو هوءَ اهو ورهاڱو سهي نه سگهي هئي. ڪنس رئيس کان بي انتها نفرت هئي، پر اهو ٻڌي سندس اندر جي روايتي عورت، ناڳڻ جيان ڦڻ ڪنيو بيٺي هئي، جيڪا پنهنجي مڙس جي ذات جو ورهاڱو سهي نه سگهندي آهي.

صبح جي ميرانجهڙي روشني، هوريان هوريان، آڪاس کان ڌرتي تائين پکڙجي رهي هئي. هوءَ اڱڻ ۾ پيل کٽ تي اڃا تائين پئي هئي، رات کان جاڳيل اکيون، جن ۾ سموري رات جو اوجاڳو زهر سمان پکڙيل هو. اوطاق ۾ ماٺ لڳي پئي هئي، پر سندس ڪنن ۾ اڃا تائين گهنگهرو گونجي رهيا هئا. رئيس اڃا اوطاق مان ڪونه وريو هو، ۽ هوءَ جاڳي پي سندس ذهن

۾ ٻاهر پئي رهي هئي، جنهن کي هوءَ ساري رات جاڳي جاڳي ڏڪائيندي رهي، سوچيندي رهي ته ڇا ايڏي بيڪار آهيان جو منهنجي زندگي ڦٿاڻو ڪاٺيون به رئيس کي ڪيرين ۾ لذت ٿي اچي. ايڏو وڏو ورهاڱو؟ ايڏي وڏي ويساهه گهاتي؟ ٻاهر وٺي ٿي تيز ٿيندي.

صبح جي اونداهي روشني صاف ٿي وئي هئي، تڏهن رئيس ٻن نشن جي نشي ۾ جهومندو اوچن سرن ۾ جهونگاريندو حويلي ۾ گهڙيو. هن جي ڪٽ ولان لنگهيو ته خوشبوءِ جي هڪڙي تکي لهر سندس چوڌاري ڦڪڙجي آئي. سڀ سان رلي لاٿئين ۽ رئيس جي پنيان صفي ۾ هلي آئي.

”راڻ اوطاق ۾ ڇا پي ٿيو؟“ رئيس جي اڳيان ڪنهن مضبوط ديوار جيان اچي بيٺي. رئيس حيران نظرن سان هن کي ڏٺو. ڇڻ هو ڪو بيحد عجيب سوال ڪري رهي هجي ۽ پوءِ ٽهڪ ڏئي کلي پيو.

”ڳائڻ هو“ ٻن لفظن ۾ رئيس قصو ختم ڪرڻ ٻي گهريو ۽ هن پنهنجي زندگي ۾ ڦڪڙجي آيل زهر جو سمورو حساب ڪتاب وٺڻ ٿي گهريو. منهن مٿو پٽي رکيائين. اوچي آواز ۾ روئڻ لڳي، سڄي حويلي ڪٺي مٿي تي کنيائين. درن ۽ درين جي سيرن سان ٻانهيون هن حويلي جو اهو لڪا ڏسڻ لڳيون جيڪو اڳ نه ڏٺو هئائون. رئيس جا واڏي سر پتال ٿي ويا، پلا اهڙي زال ڪٿي ڏٺي هيائين جيڪا مڙس جي معاملي ۾ ائين وڏي سڏ ڳالهائي. وڏي رئيسياڻي جڏهن حيات هئي تڏهن ته رئيس حويلي جي اندر ٻانهين تي هٿ وجهندو هو پر مجال آهي جو ٻاڦ به ٻاهر نڪتي هجي. اهو ته جڏهن هڪ ٻه پيرا ڇوريون پيٽ سان ٿي پيون تڏهن به مرحيات اهڙي هئي جو منجهه ئي منجهه ڇورين جا ٻار ڪيرائي ڇڏيئين جو ڪنهن کي ڪل ئي ڪانه پئي. پر الاهه ڇو آپگهات ڪري پنهنجو انت آندائين جو ڪٿس پنهنجي معصوم پٽ تي به ڪهل نه آئي.

ٻيو نمبر رئيسياڻي به ڪڏهن رئيس جي معاملن ۾ نه ڳالهايو هو. هن جي پيري ته ڪيريءَ کي اندر حويليءَ ۾

هڪڙي رات رئيس راهيو هو. پاسي واري ڪمري ۾ رئيسياڻي
سمهيل هئي، جنهن کي سڄي ڳالهه جي خبر هئي تڏهن به هو
ڪجهه پڇي ڪانه. پوءِ ته آهستي آهستي رئيس انهي کي به
رتائر ڪري ڇڏيو پر هن ته ڪڏهن به احتجاج نه ڪيو-
اڪيلي ٿيندي هئي ته پنهنجي ڪمري ۾ (ڪڏهن ڪڏهن،
پوءِ اڪثر، بستري ۾ به) ڪانه ڪا ٻانهي راهيندي هئي. انهن
ٻانهين (جن کي رئيسياڻي ”ساهيڙيون“ چوندي هئي) رئيس جو
خلا ڏاڍي خلوص سان پُر ڪري ڇڏيو هو. شايد انهي ڏي
ڪري هن ڪڏهن به احتجاج نه ڪيو هو. ٻهرين ٻهرين ته
رئيس کي ڪل ئي ڪانه پئي ۽ جڏهن پئي تڏهن اهو سوچي
مطمئن ٿي ويو ته ”رئيسياڻي“ جي بستري ۾ ٻانهي ڏي ته
هوندي آهي، ٻانهو ته ڪونهي، ڇا ٿو ڀلا فرق پوي.“
پر هيءَ ڪهڙي زالَ هئي جيڪا ”ايڏي ننڍڙي ڳالهه“
تي ائين مڇرجي پئي هئي- جو رئيس جا ته واڳسر ئي ٻتال تي
ويا هئا. سمجهه ۾ نٿي آيس ته ڪيئن هن کي پرچائي، ٻاڪر
ڪٽي ٻاتائينس ”من! ڪاوڙجين ڇو ٿي؟ اڳتي ڪٽي ائين ڪونه
ڪبو.“ ننڍي ٿيڻي زال هئي سو رئيس به دبجي ويو هو.
مطمئن ڪانه ٿي رئيس جي ٻاڪر مان پاڻ ڇڏائي، ڪمري
جو در بند ڪري وڃي ويهي رهي. ٻه ڏينهن رئيس هن جي
دپ کان حويلي ۾ ئي ويٺو رهيو، ٽي ڏينهن جيپ ڪاهي
حيدرآباد هليو ويو، هن جي سامهون سوين قسم کنيائين ته حميد
کي ٿو ساريان، انهي لاءِ ٿو وڃان پر سار آئي هئس زمرد ٻانو
جي، هن کي رئيس جي هاڪڙي ڇهاءَ کان به اُبت ٿيندي
هئي. رئيس جي پاڇولي کان به لڪندي هئي، پر جڏهن کان
سندس اندر جي روايتي عورت سمهيل ناڻگ جيان جاڳي هئي، جڏهن
کان سندس ”حق“ جو ورهاڱو ٿيو هو تڏهن کان رئيس مان
اک ڪانه کڻندي هئي، ڪهڙو حق پهچندو هو، رئيس کي،
هن جي زندگي ڦتائڻ ڪانپوءِ هن جي حق جو ورهاڱو ڪرڻ
جو هن ڇو پنهنجي اندر جي ايذائيندڙ جيڙي سوٽ جو رئيس
کان بدلو ٿي ورتو. جيڪو صدين پشتن کان هلندو آهي،

ٻيان معاف ڪرڻ جي. رئيس جي وڃڻ کانپوءِ هڪ ٻيهر وري
هو ڄڻ ڪنهن پراڻي رانديڪي جيان اڪيلي رهجي وئي.
بلڪل اڪيلي، جنهن جو ڪو به سنگتي ساٿي نه هجي. سندس
چوڌاري هڪ ٻيهر وري ٻانهين جو ولر مڙي آيو . هو هن کي
ڏاڍي مزي سان، رئيساڻي جي بستري جا جنسي راز ٻڌائينديون
هيون. پر هو ڄڻ برف جي سر ڪا به ڳالهه هن ۾ رئيساڻي
جهڙو رنگ ڀري نه سگهندي هئي. هن کي ته ڏک هو پنهنجي
حق جي ورهاڱي جو.

انيڪ ڏينهن کانپوءِ رئيس حيدرآباد مان موٽيو ته ساڻس
گڏ حميد به هو. جنهن کي رئيس ٻانهن سان جهلي هن وٽ
وٺي آيو.

"هيءَ ماءُ اٿئي، ادب ڪجئين هن جو" رئيس جي آواز
۾ سختي هئي. هن ٽڪ ٽڪ اکيون کڻي حميد ڏانهن نهاريو
پل اپل لاءِ هن جي دل زور سان ڌڙڪي ڄڻ ماٺ ۾ اچي وئي.
هو هن کان مس ٻه سال ڪن وڏو هوندو بلڪل خوابن جي
شهزادي جهڙو هن جي اندر جي دنيا ناگاماڪي ٻڏجي وئي.

جڏهن کان حميد آيو هو، هن جي اندر جي دنيا ۾ ڄڻ
انڊلٺ جا ست رنگ پکڙجي ويا هئا. حميد سامهون ايندو هو
ته ڪنهن ڪنواري هوندي ڏٺل خوبصورت شهزادو ياد اچي
ويندو هو، دل جي شهر جون عمارتون، ٻوڏ هيٺ آيل
ڪچين گهرن جيان لڙهنديون وينديون هيون. رات جو رئيس
جي پير ۾ جڏهن رئيس ڀڪايل ڪتي جيان سندس بدن کي
چٽيو پيو هوندو هو ۽ هن جي پوڙهي بدن مان اٿندڙ مردار
گوشت جي ڌپ نڪ تي وينڌي هئي، تڏهن هوءَ بند اکين جي
اندر، من ئي من ۾ سوچيندي هئي ته "ڪاش... ڪاش... هن
لمحي... هيٺر هتي... رئيس بدران... ڪاش ... هوءَ گهٻرائجي
سوچن تي پهرا ويهاري ڇڏيندي هئي پوءِ به سمورين شدتن سان
حميد جو چهرو هانوءَ تي تري ايندو هئس. حميد جي سامهون
اچڻ ڇڏي ڏنو هيائين، پر هڪ ڏينهن نماشام جي بيحد اداس
لمحن ۾ پينگهي ۾ ويٺي لڏي، تڏهن هو آڏو اچي بيٺو هئس.

هن گهبرائجي مٿي تي رؤ رکي ڇڏيو پاڻ هو، هن جو پٽ نه پر ڪو نامحرم هو.

هن جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي پاڻ ڪو طوفان اچڻ وارو هجي.

نما شام جي ميرانجهڙي روشني ۾ هن جو حسن وڌيڪ نيکري ويو هو. حميد ڪرسي تي سندس سامهون ٿي ويهي رهيو.

”تون ايڏي خوبصورت آهين جو توکي ”امان“ چوڻ تي دل نه ٿي چوي،“ هن ٽڪ ٽڪ اکيون ڪٿي حميد ڏانهن نهاريو، حميد جي اکين ۾ ڪيڏي تيکي گهور هئي، جيڪا هن جي بدن جي پاتال تائين ٿوهر جي گهائي جهنگ جيان پکڙجي وئي هئي. اهڙي سمي ڪوئي ڏسي وٺي ته؟ هن جو من پل اپل لاءِ هيسجي ويو هو.

”آئون توکي ڪينا چوان؟“ هو ڪلبو پڙ هوءَ ماٺ رهي لفظ نڙي ۾ اٽڪي پيا هئس، ٿوهر جي ڪنڊي جيان.

”هن پيري مون واري بابي سٺو داءُ هنيو آهي“ ٿهڪ ڏئي هن جي اکين ۾ ليئو پاتائين. ”ڪيئن؟“ جڏهن هن ڪان داد ٿي گهريائين پنهنجي لفظن جو. هن گهبرائجي اکيون پٽ تي کپائي ڇڏيون جتي انيڪ ننڍڙيون ننڍڙيون ماڪوڙيون، هڪڙو مٿل ماڪوڙو ڪنيو بي ويون. هوءَ آپڻ ڏئي پينگهي سان اٿي بيٺي، حميد جي اکيان جيٽري قيامت لهرائجي وئي، حميد کي پل اپل لاءِ شڪار ڪيل هرڻي ياد اچي وئي، جنهن جو گوشت حميد ڏاڍي شوق سان کائيندو هو. هوءَ تکيون وکون کڻندي اندر صفحي ۾ هلي وئي، الاهه ڇو حميد کي هن جون وکون

ٿاٻڙجنديون پاتيون هيون، پاڻ هو صدين جو ڪو ڏکيو سفر ڪري آئي هجي. هن جو بدن، هن جي چهري سميت حميد جي اکين ۾ ”تيڙو“ جيان ٽم ٽم ڪري لڳو. انهي لمحي پٺس جا لفظ وسري ويا هئس ته ”هيءَ ماءُ آئي، ادب ڪجئين هن جو“ هو ته من ئي من ۾ هن جي سنهڙي چيلهه جي ماپ وٺي رهيو هو. ”منهنجي ڪرائي جيتري هوندي.“

۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن طوفان اچي ويو سيڪجهه انهي طوفان ۾ ختم ٿي ويو، پر هن اڻين پاڻيو ڇڻ مرڻ جي بيحد آداس ڪيندڙ منڌ هاڻ ختم ٿي هجي. (يا الاءِ هاڻ شروع ٿي هئي).

رئيس اوطاق ۾ هو سندس ڪي دوست شڪار تي آيل هئا حميد به اوطاق ۾ هو. ڏرتتيءَ مهل، لڪ ۽ پوست ابلي جو بدن ٻاهر ۾ سڙندو محسوس ٿئي. هوءَ وهنجڻ هلي وئي ۽ جڏهن پسيل وار چپاهه تي وجهي ڪمري ۾ آئي ته پل اپل لاءِ سندس دل زور سان ڌڙڪي بند ٿي وئي. ڪپٽ وٽ حميد بيٺو هو...

”بابا رڊوالور پيو گهري سو ڪڻ آيو آهيان، اهو چوندي چوندي هن جي اکين جي گهور تيکي ٿي وئي؛ وکريل وکريل آلن وارن ۾ هن جو چهرو صبح جي روشن لمحن جيان جرڪي رهيو هو. ٿورن ٿورن آلن ڪپڙن ۾، هن جو جرڪندڙ بدن، پاڻ گلاس مان شراب ڇلڪڻ ٿي گهريو، حميد ته اڳ انيڪ نشا چکيا هئا. پر هي شراب، جنهن کي صرف ڏسڻ سان ئي هن کي نشو چڙهي ويو هو، هوءَ در وٽ ڇپ چاپ گهبرايل گهبرايل بيٺي هئي. الاءِ ڇو انهيءَ لمحي هن کي ڪنواري هوندي ڏٺل خوبصورت خوابن جو خوبصورت شهزادو ياد اچي ويو. حميد نبڊيون نڊيون وڪون ڪندو هن جي بيحد ويجهو (ايترو ويجهو جو ساهه منجهن لڳو هئس) اچي بيٺو. هو کي ڪن هن کي گهوريندو رهيو. تيکي گهور، جيڪا هن جي بدن جي پاتال تائين لهندي ٿي وئي.

”چا ٿو ڏسين؟“ گهبرائجي هن اڻين ئي پڇي ورتو.

”تو کي خبر ڪانهي مرد عورت کي ڇو ڏسندو آهي؟“

هو مرڪيو. انهيءَ هڪڙي مرڪ ۾ ڇڻ انڊلٺ جا ست ئي رنگ هئا. هن جو جواب ٻڌي هوءَ اڻين گهبرائجي وئي، ڇڻ هوءَ بنا ڪپڙن جي، ڪنهن نامحرم جي سامهون هلي آئي هجي، پوءِ الاءِ ڪيئن اوچتو در بند ٿي ويو ۽ ڪمري ۾، ڏرتتي مهل به، گهور اونداهي پکڙجي وئي. ڪنواري هوندي ڏٺل خواب، ڪمري ۾، ڪپڙا لاهي، رقص ڪرڻ لڳا. هن کي

ڇا رئيس جي ٻوڙهي بدن مان مردار گوشت جي ڌپ ايندي
هئي، تنهن کي ائين ٻي پاسيو پاڻ سڄي ڪائنات ۾ گلاب
جي خوشبوءِ پکڙجي وئي هجي. ڏهه منٽ، پورا ڏهه منٽ ۽
انهن ڏهن منٽن ۾ ڇهن صدين جو سفر ڪري چڪيو هئائين.
پلنگ تي هوءَ پگهر ۾ شم پئي هئي، سندس ساهه اڃا تائين
منجهيل منجهيل هو. ڪمري ۾ هاڻ ڏاڍي تکي روشني پکڙجي
آئي هئي. هن آهستي آهستي اکيون پٽي ڏٺو، هن جي پيراندي
وٽان حميد ويٺو هو. ڪپڙا بہ پاتائين. ڪي ڪن هوءَ ڇپ چاپ رهي
ٽڪ ٽڪ اکين ۾ وحشت ڀرجي آيس، حميد سان ڪٿس
سمورا رشتا ناتا ياد اچي ويا. رئيس جا لفظ ”هي مان اٿي،
ادب ڪجئين. هن جو ــ“ پئي هيٺ حميد جي وارن ۾ ڪٿي وڃائين
”پيڙوا، ڪتا مري ڇو نہ وڃين، مري ڇو نہ وڃين“ گاريون ۽
سڏڪا ڪمري ۾ ٻڙلاءِ ٻڌجي گونجڻ لڳا، حميد گهبرائجي،
هن جي هٿن مان پاڻ ڇڏائي وري ٻي وڃي ويٺو، ”هوريان هوريان
ڪمري ۾ ماٺ پکڙجي وئي، هاڻ هو ڇپ چاپ ڪنڌ نوايو
ڪپڙا پائي رهي هئي. حميد در کولي هليو ويو ۽ هوءَ انيڪ
پل، پلنگ تي اکيون ٻوٽيو اهو سڀڪجهہ سوچيندي رهي،
جيڪو ڪي پل اڳ تي گذريو هو. گناهہ ۽ ڏوهہ جو احساس
سندس بدن ۾ ڪنڊا ٻڄي ڇڀڻ لڳو. سندس اکيون ڀرجي آيون،
انيڪ طوفان سندس من ۾ اچي لنگهي ويا ۽ هو من ئي من ۾
انهن طوفانن جي وچ ۾ ٻڏندي ترندي رهي، سندس اندر جي دنيا
ٻوڏ هيٺ آيل ڪچن گهرن جيان ڀرڻ لڳي، ڪنواري هوندي
جا خوبصورت خواب، سندس چوڌاري ڀوائتا ٽهڪ ڏيڻ لڳا هئا،
هن تہ اهو سڀڪجهہ چاهيندي بہ اهو سڀڪجهہ ائين ڪونہ
چاهيو هو، جيئن ٿي ويو. هوءَ انيڪ پل اکين تي هٿ رکيو
روئندي رهي. نماشام جي بيحد اداس اداس لمحن ۾ هوءَ ٻاهر
نڪتي سانجهي ٻانگ ملي رهي هئي. وضو ڪري هوءَ سجدي
۾ ڪري پئي، سندس اکيون ٻيهر ڀرجي آيون پاڻهہ سڏو اٿلي
پيو هجي. ڪٿس لفظ نہ ٻي مليا، ڏوهہ جي معافي لاءِ سجدي
مان اٿي تہ من تي ڇانيل بوجهہ گهٽبو پيو هيائين، رئيس

۽ حميد اچا اوطاق مان ڪونه وريا هئا. آڪاس تي اونداهي پکڙجي وئي هئي. هو اڳڻ ۾ کٽ تي اڪيون پوري ليٽي پئي. طوفان مان ۾ اچي ويا ۽ هو به ڪجهه ڪجهه پرسڪون ٿي وئي هئي.

ٻئي ڏينهن صبح جو حميد جي ساهيون اچڻ جي سکهه ساري ڪانه سگهي هئي. صبح کان پنهنجي ڪمري ۾ در ڏئي وڃي ويٺي هئي. رئيس دوستن سان گڏجي شڪار تي هليو ويو هو حميد به شايد ساڻس گڏ هو. شام جو رئيس آيو ته اچڻ سان ئي ڪٺي ڪٺس پاڪر ۾ پريائين.

”منا اڪيلي ته ڪانه ٿئين ني؟“ هن اکيون پوري، نه چاهيندي به، رئيس جي سيني تي پنهنجو منهو رکي ڇڏيو، شايد گناهه جو احساس گهٽائڻ لاءِ.

”چا ڪيان، دوستن کي به ته وقت ڏيڻو ٿو پوي.“ رئيس شايد پنهنجي ڏوهه جو احساس گهٽائڻ ٿي چاهيو. ”پهرين سوچيم حميد کي تو وٽ ڇڏي وڃان متان تون اڪيلي ٿئين“ هن جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي، ”پر حميد کي به شوق هو شڪار جو، واهه جو، ”شڪاري“ آهي، منهنجن دوستن جون ته اصل ڏنديون آڱريون اچي ويون.“ هن جو ساهه گهٽجڻ لڳو.

”رئيس!“ هن گهٽيل گهٽيل آواز ۾ ڪاڙيو.

”چئو مٺي“ رئيس سندس چپ چمندي چيو.

”آئون اوهان کي ڪيتري پياري آهيان.“ سندس آواز پرڄي آيو هو. الاءِ ڇو، ورائي ۽ ۾ رئيس سندس ٽڪل ٽڪل وجود تي نمندي چيو هو ”سڄي دنيا کان وڌيڪ“ هن جي اندر ۾ لڪل روايتي عورت کي پل اپل لاءِ سڪون اچي ويو هو. هن کن پل جو سڪون حاصل ڪري اکيون پوري ڇڏيون هيون ۽ رئيس سندس بدن تي بکايل ڪتي جيان ڇهٽي پيو ۽ جڏهن ڌار ٿيو تڏهن ڪٺس پاڪر پائيندي چيائين ”هڪڙي ڳالهه چوانءِ، منا!“ رئيس جي آواز ۾ پيار سان گڏ خوشامد پڻ هئي، ”ناراض ته نه ٿينديئن؟“ هوءَ شايد پهرين عورت هئي جنهن کان رئيس ٿورو گهٻرايو پئي.

”اڻون پلا اوهان کان ناراض ٿي سگهان ٿي-“ هن چاهيندي بہ ”هرويرو پنهنجي آواز ۾ پيار جو رنگ پرينڌي چيو. اڄ هوءَ رئيس کي اڳ کان ڪيڏي مختلف لڳي رهي هئي- هوءَ جا ورائيءَ ۾ رڳو پاڪر بہ ڪانہ پائيندي هئي، هوءَ جا برف جي سر سمان هئي، اڄ رئيس جي ڪيڏو ويجهو هلي آئي هئي، تڏهن شايد رئيس سگهہ ساري نہ پي سگهيو ”دوست هرويرو زور پيا پرين تہ اڄ رات اوطاق ۾ مڙئي موج ڪجي. مون تہ تنهنجي ڪري جواب ڏئي ڇڏيو، پر ڪو مجبن ٿي نٿا.“
رئيس جي آواز ۾ ڪائنات جو سمورو لوڀ مڙي آيو ۽، هوءَ اٿين چرڪي جڻ ڪنهن ڪنهن موت جي اچڻ جو اطلاع ڏنو هجي. جڻ اري ڪتي ڪهڻ بحد خوبصورت شهر تي ايٽم بم ڪريو هجي ۽ انهي شهر جي ڪنهن لاش مان هوريان هوريان دونهن اٿي رهيو هجي، هوءَ اٿين چرڪي پاڻهءَ سندس اندر، ايٽم بم ڪريو هجي ۽ سندس اندر جي دنيا ڪن پل ۾ ناڪاماڪي ٻڌجي وئي هجي.
”تون ڇڏ تہ ڪٿي دوستن جي اها مرضي پوري ڪيان.“
هوءَ چپ رهي. هن جي چپن تي سنسان قبرستانن جهڙي پوائتي مات پکڙجي وئي. رئيس سندس ”حق“ جي ورهاڱي لاءِ سندس ٿي اجازت گهري رهيو هو، هن جي اندر جي روايتي عورت اندر ئي اندر سڏڪڻ لڳي.
”پوءَ مان چاڻي چوين؟“ رئيس اميد مان چيو، هوءَ ٽپ ڏئي پلنگ تان اٿي بيٺي ”جيئن اوهان جي مرضي. تيئن ڪيو“ هوءَ هارايل جواريءَ جيان ٿاپڙجندي ٻاهر نڪري وئي، شڪست جو ڏنجائيندڙ احساس سندس رڳ رڳ ۾ زهر سمان پکڙجي ويو.
۽ پوءِ انهيءَ رات هڪ پيرو وري اوطاق ۾ گهنگهرن پڙلاءِ ٻڌجي گونجڻ لڳا. هن کي پڪ هئي تہ رئيس، نشي جي حالت ۾، ڪنهن ڪڃريءَ جي ڪچ ۾ ستو پيو هوندو، هوءَ تنها اڱڻ ۾ ڪٽ تي بيٺي سڏ پئي هئي، اکيون آڪاس تي کتل هئس. هن جي اندر ۾ جڻ سنڌو اٿلي پيو هو. مٿيءَ جا نٽيڙا

نئينڙا ڪچا گهر پوڏ جي وهڪري ۾ لڙهندا ويا ۽ هو اڪيلي، ڪنهن ڪک سان لهرن ۾ پڏندي ترندي رهي. هن جي اندر ٻاهر ٻري ٻري ڌڏين جڻ مهاڀاري جنگ لڳل هئي. ايتري شهرن تي ڪرندا تي ويا، سڀڪجھ اجڙجندو تي ويو. هو شهر هيروشيما هو، هر شهر ناگاساڪي هو.

پنهنجي پير مان لنگهندڙ پاڇولي ڏانهن چرڪي نهاريائين، حميد اندر پنهنجي ڪمري ڏانهن ويو پئي، نشي ۾ وڪون ٿاٻڙجي رهيون هئس. حميد اندر هليو ويو، شهر جڙندا رهيا ۽ وسندا رهيا. هوءَ چپ چاپ ٽڪل ٽڪل اکين سان آڪاس ڏانهن گهوريندي رهي. اوطاق مان ايندڙ ڇرڇر جا آواز بلند ٿيندا تي ويا. رئيس ڪنهن ڪچريءَ جي ڪچ ۾ مستو پيو هوندو. اهو احساس ٿوهر جي انيڪ ڪنڊن سمان سندن من ۾ چڀڻ لڳو. رئيس ڪيڏي شاندار نموني سندس حقن جو ورهاڱو ڪري رهيو هو. سندس اندر جي روايتي عورت، اندر ئي اندر داتهون ڪرڻ لڳي. هوءَ ٽپ ڏئي کٽ تان اٿي بيٺي، اگهاڙن پيرن هوءَ حميد جي ڪمري ڏانهن هلي آئي، سندس دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن، ڪي هاڃا پنهنجي ئي هٿان ٿي ويندا آهن. هوءَ ڪمري جي در وٽ اچي بيٺي، سامهون پلنگ تي حميد اکيون پوريو مستو پيو هو. ڪي گهڙيون هوءَ ٽڪل ٽڪل اکين سان حميد کي ڏسندي رهي. سندس رت جو هر ڦڙو زهر ڦڙو بڻجي ويو هو، پل اپل لاءِ ڪنس، ڪنواري هوندي، ڏٺل خوابن جو خوبصورت شهزادو ياد اچي ويو، هن در بند ڪري، بتي وسائي ڇڏي ۽ هوريان هوريان هلندي اچي پلنگ جي ايس تي ويٺي، پلنگ جي هاڪڙي لوڏي تي حميد جاڳي پيو هو "ڪير آهي؟" هو اونداهي ۾ هن کي ڏسي نه سگهيو هو، وراڻيءَ ۾ هوءَ حميد جي ڪليل ڇپن تي نمي وئي، "آئون آهيان، سڪينا" هن جو آواز، طوفان ۾ آيل ڪک جيان ڏڪي رهيو هو. حميد حيران نه ٿيو، هن کي جڻ انهي لمحي جي اچڻ جي پڪ هئي، وراڻيءَ ۾ ٻاڪر پائي هن کي وڏيڪ ويجهو ڪري ڇڏيائين "مون کي

ڪ هئي ته تون نيٺ به ايندئين" اونداهي ۾ حميد جو آواز
اڀريو هن ڪاٻ وراڻي ڪان ڏني. حميد جي ڀاڪرن ۾، هن
جي من اندر دڪندڙ "بدلي" جي باهه ويتر تکي ٿي وئي هئي،
هن پنهنجي "حق" جي ورهاڱي جو رئيس ڪان ڀي بدلو ورتو.
بدلو، جيڪو صدين پشتن تائين هلندو آهي، ٻنهي ڪنهن
معافي نامي جي.

# دوزخي

ڪنهن ٻهريون وارو ڪڏهن ساڻ ڏٺو هئم. ڪڏهن سندس نالو ربو داد ٻڌايو هو. اها پوءِ خبر پئي ته سندس نالو. رب نواز آهي، پر لوڪ هنڪي ربوداد ئي سڏيندو هو. سدائين شراب جي ٻوتل هٿ ۾ هوندي هئس، سندس وار ڳل جبان پيا ٻنهين نرڙ تي جهوليندا هئا، جنهن ساڻ ملندو هو هميشه ڏند ڪڍي کلي ڏيندو هو. جڻ هئي جو انت ملي ويو هجيس، پيو شڪجي پوندو هو.

الائي ڇو ڪنهن ٻهريون وار ڏسي ڪريو اچي وئي هئم هو مون کي شهر جو ڪو نامي گرامي بدمعاش لڳو هو، جيڪي پنهنجي اوچ ٿيءَ لاءِ "دادا" سڏرائيندا آهن، انهن مان هڪ بدمعاش. جڏهين ڪڏهن ڪان پڇيم "ربودادا ڇا ڪندو آهي؟" ته ڪڏهن معني ڀري مرڪ کلي پيو هو.

"ڇا ڪندو آهي؟" پڇيم. مونکي پڪ هئي ته هو چوندو ته "شراب جو ڪاروبار ۽ جوا جو اڏو هلائيندو آهي." ڪڏهن کلي چيو "واپار ڪندو آهي، ڇوڪرين جو واپار، ڪڏهن هڪ وڏو ٺهڪ ڏنو، "لعنت آهي اهڙي غليظ ماڻهو تي جيڪو عورتن جو سوداگر آهي." منهنجي اندر ۾ لڪل قوم جو درد جاڳي پيو، ڪڏهن منهنجي ڳالهه تي ائين کليو ڄڻ مان ڪو چريو يا نواڻي هجان.

"پيٽسان پاڻ ڪان ته عقل وارو آهي، مهيني جون

پڇاڙڪيون تاريخون بُک تہ نٿو مري." ڪڏو سدائين مهيني جي
پڇاڙڪين تاريخن جو روئڻ روئيندو هو.

"يار مان بہ وڃي دلالي ڪيان ٿو" ڪڏوءَ سنجيدگيءَ
سان چيو. ڪا ورائي ڪانہ ڏنم، منهنجي ذهن ۾ ربو دادا جو
قوي ۽ صحت مند جسم ڦيرڦون ڪائيندو رهيو.

ربو دادا پاڻ کي شهر جو داداگير سمجهندو هو، هڪ
وار چيائين تہ "جيڪر الڪشن ۾ بيهان تہ شهر جا سمورا
وڏا ماڻهو مونکي ووٽ ڏيندا، ڇاڪاڻ جو هنن جي اونداهين
راتين جا راز مون وٽ دفن آهن، هنن جا راز، هڪ قيمتي خزانو
آهن جن کي مان نهايت حفاظت سان سيني ۾ لڪايو ويٺو
آهيان." ربودادا انهن وڏيرن، رئيسن ۽ وڏن ماڻهن کي بليڪ ميل
بہ ڪندو هو. اهي 'ويچارا' ڏينهن جي سوجهري ۾، پنهنجي
هٿ گهڙي عزت جو ڀرم رکڻ لاءِ ربودادا جو کيسو ڀريندا
هئا، تہ جيئن ربودادا جو هٿ ڪليل هجي ۽ وات بند.

شهر جي هر رنڊيءَ سان گڏوگڏ هر 'پرائيوٽ'، جيڪي
معاشري ۾ پاڻ کي نهايت شريف زاديون ظاهر ڪنديون هيون،
انهن سان ربودادا جو تعلق هو. هو هڪ ڪامياب دلال هو،
هن جا شهر جي هر وڏي ماڻهوءَ سان نهايت سٺا تعلقات هئا،
هڪ دفعي پوليس اڻ ڄاڻائيءَ سان ڪيس هٿ وڌو. بس پوءِ تہ محشر
مچي ويو، اسيمبلي ميمبرن کان وٺي شهر جي هر معزز ماڻهو
جا فون ٿاڻي تي پهچي ويا. ٿاڻيدار نہ فقط ربودادا کي ڇڏي
ڏنو بلڪ ڇانهہ بہ پياريائين ۽ گڏوگڏ معذرت بہ ڪيائين.

ربودادا پڙوت جي فن ۾ استاد هو، هن کي عورت
جي جسم جي ڏاڍي گهڻي پرک هئي. هو ڏاڍو غليظ انسان
هو، چوندو هو "مون ڪيترين شريف زادين جا پاڻ ويتر ڪيا
آهن، ۽ انهن جا ناجائز ٻار گند جي ڍير ۾ اڇلايا آهن، جن
کي صبح جو ميونسپالٽيءَ وارا گند ۾ ميڙي کڻي ويندا آهن."

ربو پاڻ کي سيد سڏرائيندو هو، چوندو هو، "منهنجي
ماءُ بي بي هئي، پر رنڊي هئي. منهنجو پيءُ شيخ هو ۽ مان

حرامي ڦر آهيان.“

هو ٻيءَ جي ناليءَ تي ڇڏرائڻ ڪيءَ ڏوڪو ۽ فريب چوندو هو. هو چوندو هو ”توکي يقين آهي ته تون پنهنجي پيءُ جو پٽ آهين؟“ سندس چوڻ هو ”ڪوبه ماڻهو يقين سان نٿو چئي سگهي ته مان پنهنجي پيءُ جو پٽ آهيان.“ سندس اهي ڳالهيون هڪ شريف ۽ عزت واري انسان کي پل پر ۾ ننگو ڪري ڇڏينديون هيون، بلڪ تي بيٺل با عزت انسان کي پل پر ۾ چڪلي جي غليظ ۽ بدبودار ناليءَ ۾ ڪيرائي ڇڏينديون هيون. هن سان ملڻ کان پوءِ مان پاڻ کي پستين ۾ پيل ناليءَ جو غليظ ڪيڙو محسوس ڪندو هئس، مون کي پڪ ٿي ويندي هئي ته مان به ڪنهن رنڊيءَ جو جڻيو ڏنل حرامي ڦر آهيان. مان هن پيءُ جو پٽ نه آهيان جنهن جو نالو منهنجي نالي جي پٺيان چنبڙيل آهي، مان پنهنجي ماءُ جو پٽ آهيان.

هو رنڊين کان سواءِ شهر جي اوچي اوچي شيش محلن ۾ رهندڙ شريف زادين جو به رازدار هو، جيڪي پنهنجين جسماني بيمارين کان وٺي، پنهنجي خريدارن تائين جون رازداريون، هن کي ٻڌائينديون هيون. پر ربو دادا هن کي بليڪ ميل نه ڪندو هو. هڪ وار چيومانس ”توکي اهو ڌنڌو ڪندي شرم ڪونه ٿو اچي. تون معاشري جو ناسور آهين، تون شرافت جي نرڙ تي داغ آهين، تون پستيءَ جو غليظ ڪيڙو آهين، توکي موجوده نسل توڙي ايندڙ نسل ڪڏهين به معاف نه ڪندو.“ منهنجي اندر جو قومي دَرد جاڳي پيو.

ربودادا ڏاڍي حقارت سان ٽهڪ ڏنو. هن جي ڪل ۾ نفرت جو درياهه هو. هن ڪليندي منهنجي اکين ۾ اکيون وجهندي چيو ”تون اديب آهين، تون ڪوڙو آهين، تون ڪتاب ۾ ڪوڙيون ڳالهيون ڪرين ٿو ۽ توهان اديب مون کان وڏا پڙوا آهيو. منهنجو جيڪو ڪجهه باطن ۾ آهي سوئي ظاهر ۾، ليڪن توهان ظاهر ۾ ڪجهه باطن ۾ ڪجهه آهيو. توهان اديب ناسور آهيو. ايندڙ نسل توهان کي معاف نه ڪندا. توهان غريب

جي غربت جي ڳالهه ڏيڍ سو روپين جي شراب جي بوتل پي پوءِ ڪريو ٿا، توهان شراب جي نشي ۾ ڪوڙا ڪتاب لکي ماڻهن کي ٺڳيو ٿا. توهان 'غريبن جي ڳالهه' ڪري غريبن کي ٺڳيو ٿا، تہ جيئن هو توهان کي پنهنجو همدرد سمجهي، توهان کي پنهنجي رهنما جو درجو ڏين ۽ توهان جي لکڻي کي قرآن سمجهن، توهان شهرت چاهيو ٿا، توهان شهرت جا بکيا آهيو. مان چوان ٿو خدا جو قسم اوهين تہ مون کان بہ وڏا پڙوا آهيو." ربودادا اٿي بيٺو، "هل توکي چڪلن ۾ نچندڙ اهي جوان ۽ سهڻا سهڻا جسم ڏيکاريان جيڪي تو جهڙن عزت دارن جي ديا آهن. جن جا پيءُ وزير، اسيمبلي ميمبر، سينيٽر، قانون جا محافظ ۽ قوم جا رهنما آهن. خدا جو قسم هل، توکي هن ڪوڙي دنيا جو وڏي ۾ وڏو سچ ڏيکاريان. هت وڏو سچ دلال، پڙوا، ڪسبياڻيون خوني، چور ۽ حرامي يار، توهان شريف زادن طرفان اسان لاءِ وڏو تحفو آهن." ربودادا ڀڪڻ لڳو هن ڪاوڙ ۾ منهنجي منهن تي ٿڪي ڏنو ۽ مان اها ٿڪ اگهي بہ نہ سگهيس.

هڪ وار مون کي چيائين "ڪسبياڻيءَ سان هڪ رات جو ڪسب ڪرڻ لاءِ دل تي چوٽ، پر ماڻهو تو کي عظيم اديب چون ٿا، ان ڪري تون نٿو وڃين.......... هل توکي ڏيکاريان هت توکان بہ وڌيڪ عظيم اچن ٿا. هو جنهن وقت رنڊيءَ کي ويجهي کان ڏسندا آهن تہ چٻاڪتا تي پوندا آهن. ڪپڙا لاهي هنن جي پراڻي بدن کي چنبڙي ويندا آهن. جيئن ڪتا چپاڙيل هڏن تي ڪرندا آهن. تنهن مهل هنن جي سموري اکڙائي سندن ڪپڙن سان لهي ويندي آهي. پوءِ صبح جو منهنجي دل چوندي آهي تہ انهي اگهاڙي جسم کي حيدر بخش جتوئي چوڪ وٽ، جيئي سنڌ پارڪ جي قواري وٽ بيهاريان ۽ هن جي بدن تي لڳل چڪن جا نيرا نيرا نشان، ماڻهن کي ڏيکاريان ۽ چوان ڏسو اوهان جي اکڙائي جا اصلي چهرا. جيئن کولي سگهو ٿا تہ کوليو هن ننگي جسم ۾ توهان جا با اخلاق اديب بہ آهن ۽ رهنما بہ."

اڪثر مون کي محسوس ٿيندو هو تہ هو منهنجي عزت

شهرت ۽ بلنديءَ کي چڪلي جي ڪنهن غليظ naliءَ ۾ دفن
ڪرڻ چاهي ٿو. پر ٻه هو غليظ هوندي به ايڏو غليظ ڪونه هو،
ٻوءِ ٻه مون کي هن ڪان ڏپ ٿيندو هو. هو وڏو 'دوزخي' هو،
هو پاڻ چوندو هو ته ماڻهن جي عزت لاهيندي هنن جو انت
کوليندي. مون کي ڏاڍو مزو ايندو آهي. ربو دادا هر انسان جو
آئينو هو. هرڪو انهيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏسندو هو. جا ڪيڏي نه
ڀوائتي نظر ايندي هئي.

ڪڏهين ڪڏهين سچ پچ منهنجي دل ۾ چوندي هئي ته
مان ربودادا جي دنيا وچي ڏسان، منهنجي نظر ۾ عورت ڏاڍي
مقدس هستي آهي، پر منهنجي زال جي ڪپڙن ۾ پشب جي
ڏپ آهي، هوءَ مون سان شمهندي آهي ته مون کي الٽي اچي
ويندي آهي. ڏهه ٻار ڄڻي هن جو جسم ٻي ٻولو ٿي پيو آهي.
هو پيٽ سان نه هوندي به پيٽ سان لڳندي آهي، مان ٻي شاديءَ
جو مخالف ڪونه آهيان، پر ڇا ڪيان جو مان ٻي شاديءَ
جي خلاف لکندو آهيان، عورت جي حقن تي لکندو آهيان، پر
ڳوٺ ۾ منهنجي هڪ سريت آهي، هن سان به سال ٿي ويندو
آهي ملندي. منهنجي دل چيو هو ته مان به ربو دادا جي چڪلي
۾ وڃان. 'جي ڪنهن ڏسي ورتو ته؟' 'مان رات جو وينديس.'
پوءِ هڪ رات مان ربو دادا سان، سري گهاٽ وٺان ٿيندو،
موچي گهٽيءَ مان لڪندو ڊوڙ ڪري وڃي چڪلي ۾ پهتس.
ڪافي رات ٿي چڪي هئي، سنيمائن جا پڇاڙڪا شو
ختم ٿي چڪا هئا. ربو دادا فتح يابيءَ واري انداز ۾ منهنجي
اڳواٽي ڪري رهيو هو. هن ڄڻ منهنجي اندر جي انسان کي
ننگو پڪڙي ورتو هجي. ڪيڏي مهل منهنجي منهن ۾ نهاري
مرڪي ٿي ڏنائين، ڄڻ چئي رهيو هجي "ڏٺئي اوهين ليکڪ
وڏا ڪوڙا ۽ ڀڙوا آهيو."

ڪاٺ جون پراڻيون ڇاڙهيون چڙهي اسان هڪ ڪوٺڙيءَ
۾ گهڙياسين جنهن جي در تي پراڻي ڪپڙي جو ڦاٽل پڙدو لڳل
هو. اندر گهٽ پاور جي بلب جي ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ پٽ
تي هڪ عورت جنهن جي عمر چاليهن اندر ٿي لڳي، اگهاڙي

ويٺي هئي. سندس بي ڊولي بدن تي انيڪ ڦٽ هئا، ڦٽن سان هو سڄي رتي پئي هئي، جن مان رت سان ڪڏ ڪند وهي رهيو هو ۽ هو ڦٽن کي ڍڪي رهي هئي. هو ننگي ويٺي هئي، پوءِ به هن منهن جي اڇڻ جو ڪو تولئيس نه ورتو، ڄڻ مان مرد نه هجان يا هوءَ عورت نه هئي.

هن جي چهري تي تڪليف جا آثار هئا. مون کي ڏسي خوشيءَ جي هاڪڙي لهر سندس چهري تي ڊوڙي آئي هئي.

”ڪير آهي ربو دادا.“

”گراهڪ“ ربو دادا وراڻي ڏني.

”حاجو ڪٿي آهي؟“ ربو دادا پڇيو.

نڏهن وراڻي ۾ هن آڳهاڙي عورت جهيڻي آواز ۾ حاجوءَ کي سڏ ڪيو. ڪن ڪان پوءِ ٻارنهن ٻارنهن سالن جي ڇوڪري ڪپڙي جي ڳنڍي هيانو سان لائي ڊوڙندي آئي، مون کي ڏسي ڇرڪي پئي پوءِ ڪنڌ نمائي بيهي رهي.

”پيسا ڪڍ“ ربو دادا هٿ وڌائيندي چيو ”ويهه مال جا، ويهه منهنجي دلالي ۽ ڏهه روپيا واپسي پاڙي جا ۽ ها ٿورو خيال ڪجان.“ هو پوري ريت دلال نظر اچي رهيو هو.

”پر ربودادا هيءَ ته اڃان ٻار آهي.“ مون احتجاج ڪيو مون کي پنهن جي ٻارهن سالن جي ڌيءَ بلقيس ياد اچي وئي.

ربودادا تلخيءَ سان وراڻي ڏني ”هت ڪير ڪنهن جي ڌيءَ ناهي، ڪير ڪنهن جي پيءُ ۽ ماءُ ناهي، هي ڇڪلو آهي جت سڀ ڪجهه هلندو آهي. تون ڏوڪڙ ڪڍ ۽ پنهن جو ڪم ڪر.“

مون پنجاهه جو نوٽ ڪڍي ربو دادا جي ترڻيءَ تي رکيو، ربودادا ڪجهه وقت لاءِ حاجوءَ کي وٺي ٻاهر ويو، ڪوٺيءَ ۾ ساڳي ريت سانت ٿي وئي، آڳهاڙي عورت ساڳي ريت ڪنڌ نوائي پنهن جا ڦٽ ڍڪڻ لڳي، ڄڻ ڪنهن به ڳالهه سان هن جو تعلق نه هو. حاجو هن جي ڌيءَ هئي، مون ٻنهي جي نقشن مان اندازو هنيو. گهڻي ڪان پوءِ ربو دادا آيو چيائين

"ماڻهن واري ڪوٺيءَ ۾ وڃ".

ماڻ پنجاهه روپيا وصول ڪرڻ لاءِ اٿيس. ڪوٺيءَ ۾ اونداهه پکڙيل هئي، گهٽ پاور جو هڪ بلب ٻري رهيو هو، جنهن جي روشني ناڪافي هئي. ڪمري جي وچ ۾ هڪ چنل کٽ پئي هئي. جنهن تي حاجو اونڌي تي پئي هئي. هوءَ بلڪل اگهاڙي هئي، هن جي پير ۾ کٽ تي ڪپڙي جي ڳنڍي پئي هئي، مون جڏهين پنهن جي شرافت جيان پنهن جا ڪپڙا لاهي هن جي وجود کي پنهن جي پاڪرن ۾ پيرو هو، تڏهين هوءَ کنهن ڊنل ٻار جيان گهٽيل گهٽيل سڏڪن ۾ روئڻ لڳي هئي.

دنيا ۾ شرافت نالي جي ڪابه شيءِ نه آهي. جيڪي پاڻ کي فرشتو ثابت ڪرڻ لاءِ شرافت جو مظاهرو ڪندا آهن، اهي اندران شيطان کان به بدتر هوندا آهن. انسان شيطانيت جو ٻيو نالو آهي، جيئن ڪنهن بديودار جهڳي تي تاج محل لکي ڇڏجي اٿين ئي شيطانيت جي در تي شرافت جو نالو لکيل آهي. ماءُ پيءُ ۽ ڌيءَ جو رشتو صرف انهن سان جوڙي سگهجي ٿو، جن سان حقيقت ۾ هوندو آهي- ٻين کي اسان ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌيءَ فقط پاڻ کي شريف هئڻ جو يقين ڏيارڻ لاءِ چوندا آهيون. اندر ۾ لڪل پوائتي روپ کي جڳ کان لڪائڻ لاءِ چوندا آهيون. مون پاڻ کي دلاسو ڏنو.

دنيا ۾ ڪوبه ماڻهو شريف ڪونهي، اهو لفظ هڪ ڀرم آهي، جيڪو اونداهه ۾ قائم نٿو رکي سگهجي. اسان سڀئي هڪ غسل خاني ۾ اگهاڙا آهيون. اسان هڪ ٻئي جو هر جسماني عضوو چٽي طرح ڏسي سگهون ٿا، پر پوءِ به پاڻ کي دلاسو ڏيون ٿا ته اسان کي ڪپڙا پهريل آهن، اسان جا عيب لڪل آهن، اسان کي ڪمخواب جو لباس پهريل آهي، جنهن جي اندر لڪل برايون ٻين کي نظر نه اينديون هونديون.

هوءَ ننڍڙي ٻار هئي هن جي پير ۾ پيل ڪپڙي جي بي جان ڳنڍي اشرف المخلوقات جي ڪردار تي رڙيون ڪري رهي هئي. هن جي ٻالڪ پڻ جي گواهي ڏئي رهي هئي، پر هن جي اگهاڙي جسم تي مان ڪتي جيان چنبڙي پيو هوس.

مون کي يقين هو تہ هن کان اڳ هن جي مقدس وجود کي هٿ
بہ نہ لاتو هو، هن جون دانهون اونداهي ڪوٺيءَ ۾ گهٽجنديون
ويون، ڪنهن اهڙي پکيءَ جيان ڦٿڪي رهي هئي، جنهن کي
شڪاري صرف ٻڙي ماٺ لاءِ ڇيري سان زخمي ڪندو آهي،
هوءَ مون لاءِ بلقيس ڪانہ هئي، هوءَ حاجو هئي، رنڍيءَ جي
ڌيءَ، مون هن جي بدن جو افتتاح ڪيو هو، هن جي مستقبل
جو افتتاح، هن کي جواني جي پڇاڙڪي پل تائين اهو ڪجهہ
ڪرڻو هو، جنهن لاءِ مان هن کي مجبور ڪري رهيو هئس.

صدين تائين شرافت جو ڪفن پهريل هئڻ ڪري، جڏهين اهو
ڪفن لٿو تہ مان وحشي هئس، جنوني هئس، سچ پچ مڙد کتو
آهي، حرامي ڦر. هو هڪ پراڻي بدن تي يا هڪ نئين نڪور
بدن تي ائين ڪرندو آهي، جيئن ڳجهہ مردار تي. هو بيهوش
ٿي پئي هئي. مان تڪجي چور ٿي پيس.

پوءِ ڦٿڻ کان اڳ در تي ٺڪ ٺڪ ٿي، مون دروازو
کوليو، ربو دادا هو. ”هاڻ نڪر“. ربو دادا سرٻاٽ ڪيو. اسان
ٻاهر نڪري آياسين. هو ائين ئي کٽ تي بي هوش پئي هئي.
وات تي ربو دادا ٻڌايو هو، اصل ۾ ڏند و خاجوءَ جي ماڻهو
ڪندي آهي. هر بدن تي ڦرڙيون تي پيون ائس. ڪلي چيائين
”اهي ڦرڙيون بہ اوهان جهڙن جي ديا آهي. ڪيس علاج خاطر
پئسو کپي، انهي ڪري ڪجهہ عرصو حاجوءَ جو وارو آهي.
حاجوءَ جو پهريون گراهڪ تون آهين.“

اڄ انهيءَ ڳالهہ کي ٽي ڏينهن ٿي ويا آهن. هينئر ڪدوءَ
ٻڌايو ”رات ربو دادا ننڊ ۾ ستو پيو هو جو حاجوءَ لوهہ جي
شيخ سندس مٿي ۾ هڻي ڪيس خون ڪري وڌو.“ ڪدوءَ حيرت
سان چيو ”الائي ننيڙي ٻار جي ربو دادا سان ڪهڙي دشمني
هئي؟ بهرحال پوليس تحقيق ڪري رهي آهي.“ ڪن ڪانپوءَ
ڪدوءَ ڪلي چيو ”چڱو ٿيو پيئشان هو بہ وڏو دوزخي.“

تڏهن دل چئي هيم تہ چوان، تہ ڪدو دوزخي ربو دادا
ڪونهي، دوزخي تہ اسان ماڻهو آهيون، جيڪي پيانڪ ڇهري تي

شرافت جي چادر پهري هلون ٿا، ۽ انهيءَ چادر کي ڏسي، دنيا اسان جي اندر نٿي ڏسي بلڪ، شرافت جي انهي مهر کان متاثر ٿيو نه فقط اسان جي عزت ڪري ٿي، بلڪ اسان کي عظيم چوي ٿي. سچ چيو هو ربو دادا اسان ڪوڙا، فريبي، مڪار نالائق ۽ وڏا پڙوا آهيون.

پر مان ڪڏهن به کي چئي نه سگهيس، ڇو جو سنڌ ۾ منهنجي ڏاڍي عزت ۽ شهرت آهي. دنيا منهنجي نالي آڏو عظيم لکي ٿي ۽ مان سنڌ جو ئي نه هائو ته ايشيا جو به عظيم ليکڪ ۽ دانشور آهيان. اڄان ته مون کي دنيا جي عظيم ليکڪن ۾ شمار ٿيڻو آهي.

# پاروٿو گوشت

حويليءَ ۾ ٻانهين جو ولر ۽ انهيءَ ولر ۾ هڪ ڏينهن اوچتو
هوءَ ٻه الاءِ ڪٿان اچي نڪتي هئي. جنهن کي ڀريون
پيرو ڏسي ننڍي سائينءَ کي ڪچي ووڊڪا (Vodka) جو ذائقو
ياد اچي ويو هو. هن جي، بدن ۾ جڻ وڄ ڀڄي وراڪا ڏيندي
هئي. ڪڏهين هتي، ڪڏهين هتي. هو جيڏانهن ويندو هو هوءَ
نظر ايندي هئس پاڻءِ حويليءَ جي هر ڪنڊ ۾ هر ڪمري ۾
ڪنهن هن جو هڪ هڪ بت سجائي رکيو هجي ۽ هر بت جو
هو پنهنجو روپ ۽ پنهنجو حسن. هوءَ ڏسندڙ جي اکين ۾
بجليون پري غائب ٿي ويندي هئي. سندس انهيءَ ادا ننڍي سائينءَ
کي، بنا ڇهڻ، بنا چکڻ ۽ پيئڻ جي مست ڪري ڇڏيو هو.
هن جي اکيان هرڪو شراب، هرڪو نشو ڦڪو ۽ بي ذائقو
پاسندو هئس. پلا انهي شيءِ جو ڇا نالو. هڪڻ گهرجي جنهن کي
صرف ڏسڻ سان ئي نشو چڙهي وڃي. سيڻي روپ سيڻي نالا مڙ، لاهه
هڪڻ گهرجن. ننڍو سائين هن کي ڏسيو الاهه ڇا ڇا پيو سوچيندو
هو بس ڪنهن اهڙي مهل جي وجهه ۾ هو. جڏهين هوءَ اڪيلي
نظر اچي وڃيس، ۽ هڪ ڏينهن نيٺ هوءَ اڪيلي ور چڙهي
وئي هيس اتر پاسي، نما شام جي مهل.

”نالو ڇا اٿئي؟“ ننڍي سائينءَ جي ٻانهن نانگ جيان
ور وڪڙ ڪائيندي هن جي سنهڙي چيلهه کي وڙهي وئي، هوءَ

ائين ڇرڪي پانءِ پير ۾ پٽونءِ ڏنگ وڌو هجيس. هوءَ وڃ جيان نندي سائينءَ جي پاڻهن مان نڪري ڪڇهه پرپرو وڃي بيٺي. ڪي پل حيران حيران نظرن سان نندي سائينءَ کي ڏسندي رهي ڄڻ پڇي رهي هجي ته ”پلا تو کي اهو حق ڪنهن ڏنو؟“ پوءِ اوچتو وٺي ڊوڙ پائائين هوءَ نندي سائينءَ جي اکين ۾ بجليون پري غائب ٿي وئي. اڄ جو شديد احساس ٿوهر جي ڪنڊن جيان نندي سائينءَ جي نڙيءَ ۾ چڀڻ لڳو.

هن کي شايد اڄا ڪل ئي ڪانه هئي ته مالڪ جو گهر جي هر شيءِ تي حق هوندو آهي. نندو سائين به ته هن حويلي جو مالڪ هو. وڏي سائينءَ جو وڏو فرزند - مستقبل ۾ گاديءَ جو وارث، هن جو ته ڄڻ ڪائنات جي هر شيءِ تي حق هو. هوءَ ته پوءِ به انهي ڪائنات منجهان هڪ هئي.

هڪ ڏينهن نندو سائين حويليءَ ۾ اندرين پاسي آيو. ماٺس جي ڪمري ۾ وڃ پي وراڪا ڏنا - وڃ جا چمڪاٽ ڏسي هو به ماٺس جي ڪمري ۾ هليو آيو. هن کي ڏسي نندي سائين جي اکين ۾ بجليون پرجي آيون. عورت جي بدن تي پوتي وبڙهيل نه هجي ته قيامتن جا آثار ويجها ٿي ويندا آهن. غاليچي تي برش ڏيندي هن جي بدن انيڪ روپ ٿي متايا پانءِ اندلٽ جا ست رنگ ڌرتيءَ تي لهي آيا هجن. اوچتو هن دروازي کي ليڪ ڏئي بيٺل نندي سائينءَ کي ڏسي ورتو. الاهه ڇو هن کي پٽونءِ جو ڏنگ ياد اچي ويو. هوءَ ٽپ ڏئي اٿي بيٺي، پينگهي جي گهوڙيءَ تي ٽنگيل پوتي لاهڻ لاءِ، انهي ڪان اڳ جو هوءَ پوتيءَ مان پاڻ ڍڪي، نندي سائين جون شڪاري پانهون ڪنس نانگ جيان ويڙهي ويون. ”پڇين ڇو ٿي اها قيامت جهڙي جواني لڪائڻ لاءِ ٿوروئي هوندي آهي، اها ته لٽائڻ لاءِ آهي، جيتري لٽائي سگهين لٽاءِ موت ۾ اسان تنهنجو گهر پري ڇڏيندا سون.“ نندو سائين پنا پيئڻ جي ٻهڪڻ لڳو هو. هوءَ حيران ۽ هيسيل نگاهن سان ڪي گهڙيون نندي سائينءَ جو چهرو تڪيندي رهي جيڪو شيطان جو روپ ڌاريو بيٺو هو. نندي سائين نمي پنهنجا چپ هن جي چپن ڏانهن وڌايا، پر انهيءَ ڪان اڳ جو قيامت اچي

هن جا ڏند، نندي سائينءَ جي ٻانهن ۾ کپي ويا. هڪڙي دانهن جيڪا نندي سائينءَ جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پئي. پاڪرن جو حصار ٽٽي پيو. هوءَ وڃ جيان وراڪا ڏيندي غائب ٿي وئي.

"هيءَ ڪير آهي؟ امان!" هن ڪي دالان ۾ ڪٽڪ چڙهندو ڏسي نندي سائينءَ اٿين ماڻس کان پڇيو جڻ ڀيريون پيرو ڏسي رهيو هجي. هن به شايد نندي سائينءَ جو سوال ٻڌي ورتو هو. تڏهين ئي ته هن پنهنجو منهن پٺ ڏانهن ڪري ڇڏيو هو.

"ڇو؟" ماڻ پٽ جي شوق کان اڻڄاڻ ته نه هئي سو ڏاڍي غور سان هن جو چهرو تڪڻ لڳي.

"پڇاڻ ٿو اٿين ئي، اڳ ڪڏهين ته ڪانه هئي" هو گهبرائجي ويو هو "ڪدوءَ جي ڪنوار آهي، آهي ته نٺين پر ڏاڍي سگهڙ زال آهي، مون ته پنهنجا سيئي ڪم ڳلان کان وٺي هن جي ٻلي ڪيا آهن" نندي سائينءَ جون نظرون هن جي بدن جي قيامتن جو طواف ڪري رهيون هيون. اهو ٻڌي ته هوءَ پرٽيل آهي الاءِ ڇو نندو سائين وسامي ويو. حويليءَ ۾ ته ڪاٻ اهڙي پرٽيل ڪانه هئي جنهن جي بدن جو افتتاح ڪنوارڙي هوندي ئي حويليءَ جي ڪنهن نه ڪنهن "سائينءَ" جي شوق جي ڦينچيءَ سان نه ٿيو هجي. اها ريت وڏن کان هلندي ٿي آئي. هينئر نندو سائين اها پراڻي روايت نڀائي رهيو هو. هوءَ به شايد انهين عنايت کان محروم نه رهي ها پر هوءَ ٻي ڳوٺ مان، ڪدوءَ شان لائون لهي، ڏيڍ مهينو ڪن اڳ حويليءَ ۾ آئي هئي، ڪدو ٻاهر اوطاق جو ڪم ڪار ڪندو هو سندس ابا ڏاڏا به نندين کان انهيءَ در جا ٽڪر کائيندا رهيا هئا ۽ پويان ورثي ۾ هن کي ڇڏي ويا هئا هوءَ نٺين هئڻ ڪري حويلي جي اصولن کان اڻڄاڻ هئي نه ته نندي سائين کي مٿس ايتري محنت نه ڪرڻي پوي ها پر پرٽيل هئڻ جي باوجود هوءَ ڄڻ ووڊڪا (Vodka) جي ڀريل بوتل هئي جنهن جو اڃا ڪنهن ڍڪ به نه لاٿو هجي. نندي سائينءَ جي بي پناه شوق ۾ ڪوبه فرق نه آيو هو بس ڪنهن اهڙي موقعي جي وجهه ۾ هو جڏهين هوءَ اڪيلي ملي وڃيس، پر هوءَ ته جڻ ماؤنٽ ايورسٽ هئي

۾ هن جي اچڻ کان پوءِ ته ڄڻ ڪوهه پيمائي به ننڍي سائينءَ
جو شوق ٻڌجي وئي هئي.

هڪ ڏينهن ننڍي سائينءَ نيٺ ڪوهه پيمائيءَ ڏانهن ڀرين
وک اٿين وڌائي جو      ڏرتيءَ مهل ماڻس جي باٿ روم ۾
شاور هيٺ پنهنجين سمورين قيامتن سميت نظر اچي وئي
هيس. هوءَ ڳوناڻي، نئين نموني جي درن جو ڪڙو ڏيڻ ايندو
ڪونه هئس.      در صرف ورائي ڇڏيو هئائين. وڏي سائينءَ جا
ڪپڙا ۽ ٻلت روم ٽوئل کان پوءِ هوءَ پاڻ به شاور هيٺ اچي
بيٺي هئي. باٿ روم ۾ وهنجڻ هن لاءِ ڪيڏو پرڪشش هو. ڳوٺ
۾ ته ننڍي هوندي کان، ڪٽ اپي ڪري، پوتيءَ جي ڳوڏ
ٻڌي، چِلُ سان پنهنجي مٿان پاڻي وجهندي وجهندي سندس هٿ
ٿي ساٿا تي پوندا هئا، ڪنهن جي اچڻ جو پئو به ڪونه هئس.
پلا وڏي سائڻ جي باٿ روم ۾ ڪنهن جو ڪم، ڪو ڪروپرو
انهي پاسي ايندو به ته ڪونه هو. هاڻي پلا ڪٿس اها ته ڪل ٿي
ڪانه هئي ته ننڍي سائينءَ کي ڪائنات جي هر ڪنڊ ۾ ووڊڪا
جي پريل بوتل جي خوشبو اچيو وڃي، شاور مان وهندڙ پاڻيءَ
هيٺ قيامتون ڏسي ننڍي سائينءَ جون اکيون ته ڄڻ ڦاٽي پيون
ننڍو سائين ڄڻ ميڪدي جي دروازي تي بيٺو هو، هيڏانهن هوڏانهن
چوڌاري مئي هاڙي پئي هئي. وڄ جا وراڪا، اکين ۾ بجليون
پرجي آيون هئس. هوءَ جا پاڻ لڪائڻ لاءِ واجهائي رهي هئي
تنهن کي پڪڙڻ لاءِ ننڍو سائين پاڻ به وڃي شاور هيٺ بيٺو
انهي کان اڳ جو ننڍو سائين هٿ وڌائي، هن جون رڙيون
باٿ روم ۾ گونجڻ لڳيون پاڻ ۽ پيرن ۾ پٿونءَ ڏنگ وڌو هجيس.
هن جي رڙين کان گهٻرائجي ننڍو سائين تڪڙو تڪڙو باٿ روم
مان نڪري آيو، پاڻي ننڍي سائينءَ جي ڪپڙن مان پي ٽميو.
ماڻهو جي اچڻ جي دپ کان پوئين دروازي مان ٿي ٻاهر نڪري
ويو. هوءَ انيڪ پل پاٿ روم جي دروازي کي ٽيڪ ڏيو بيٺي
رهي. ڪٿس ننڍي سائين جي موٽي اچڻ جو دپ هو. ڏڄندي
در جي سير ڪري ليٺو پاتائين. ڪمري ۾ ڪو به ڪونه هو.
تڪڙا تڪڙا ڪپڙا پائي هوءَ ڏنل هرڻيءَ جيان وٺي ٻاهر ڀڳي

دالان ۾ ننڍو سائين هارايل جواري جيان ويٺو هو. هوءَ سچ پچ ماؤنٽ ايورسٽ هئي، هن جي چوٽيءَ تائين رسڻ ڪيڏو ڏکيو هو.

۽ انهي ئي رات جڏهين ڪم ڪار لاهي ٿڪجي ٽٽي ڪدو سندس پر ۾ اچي کٽ تي ليٽيو هو تڏهين دل پرجي آئي هيس. ڪدوءَ جي سيني تي مٿو رکي گهٽيل گهٽيل آواز ۾ چيائين.

”سوٽ! هڪڙي ڳالهه چوان“ آواز ۾ لڙڪ گهٽڻ ڪري پرجي آيو هئس ”ڇاهي روئين ڇو پئي؟“ ڪدوءَ جي پڇڻ تي سچ پچ سڏڪي پئي.

”آئون هاڻ حويليءَ ۾ ڪونه ويندس“ هن جڻ فيصلو ڪري ڇڏيو هو.

”ڇو؟“ ڪدوءَ کي سندس اهو فيصلو ناگوار محسوس ٿيو هو. سندن پريءَ ۾ ڪڏهين به ڪنهن اهڙي ڳالهه ڪانه چئي هئي. هوءَ نٿين هئي پر انهي جو مطلب اهو ته ڪونه هو ته هوءَ ايڏي وڏي بغاوت ڪري.

”ڇو ڪانه ويندئين. حويليءَ ۾ ڪهڙا ڏنج پهتا اٿئي؟“ ڪدوءَ جي آواز ۾ ڪيڏي نه ڏاڍائپ ۽ سختي هئي. وراڻيءَ ۾ هن سڏڪن جي وچ ۾ سڄي آڪاڻي ڪري ٻڌائي. ڪدو ٻڌندو رهيو ۽ جڏهين هن ڳالهه پوري ڪئي تڏهين ڪوٺيءَ ۾ موت جهڙي ماٺ پکڙجي وئي.

”تون ڳالهائين ڇو نٿو؟“ هن کي ڪدوءَ جي ماٺ کان منجهه ٿيڻ لڳي.

”تو ننڍي سائينءَ سان ائين ڪري چڱو ڪونه ڪيو“ ڊگهي ماٺ کان پوءِ ڪدوءَ ڳالهايو. هن تي جڻ ڇپ ڪري پئي.

”هو اسانجا پير مرشد آهن. اسان جو سڀ ڪجهه هنن لاءِ ئي ته آهي“ ڪيڏي نه وفاداري هئي ڪدوءَ جي لهجي ۾.

”توکي ڪابه غيرت ڪانهي؟“ هوءَ حيران رهجي وئي. هن ته ٻڌو هو ته مڙد ته ڏاڍا غيرت مند ٿيندا آهن. ٻني ۽ ونيءَ لاءِ ته ڪنڌ ڪپائي ڇڏيندا آهن. هن کي ڪدو کان نفرت محسوس ٿيڻ لڳي ڄاڻ هو ڪني ڪسي جو گندو ڪيڙو هجي.

”ڏس هو آهن وڏا ماڻهو. هڪڙي ڇهي ۽ پاڪر جي بدلي گهر پري ڇڏيندا آهن. پاڻ ته هئين ئي غريب آهيون، ڏيڍ پڻ سون سان هيڏي مهانگائي ۾ ڇا ٿو ٿيئي. تون جيڪر نندي سائين جي ڳالهه مڃيندي رهين ته نندو سائين اڻين به پنهنجون جهوليون پري ڇڏيندو.“ ڪدوءَ جي اکين ۾ لالچ پرجي آئي. هو حيران نظرن سان ڪدوءَ کي ڏسندي رهي.

”ڏس هتي سڀني پنهنجا گهر پري ڇڏيا آهن. شادي کان اڳ آئون به دعائون ڪندو هئس ته الله سائين مون کي به اهڙي زال ڏي جيڪا منهنجو گهر پري ڇڏي“ ڪيڏو بي غيرت پئي محسوس ٿيو. هن جي ڪنن جا پڙدا ڄڻ ڦاٽڻ لڳا هئا.

”ڏس هاڻي جي نندو سائين چوي ته سندس ڳالهه ضرور رکجين“ ڪدوءَ جي لهجي ۾ حڪم هو ”بڌين پئي نه منهنجي ڳالهه“ هوءَ چپ چاپ ڇت کي گهوريندي رهي ڪابه ورائي ڪانه ڏنئين.

”آئون ڇا پيو چوان؟“ سندس ابڙي گهري ماٺ تي ڪدوءَ کي ڪاوڙ اچي وئي.

”نه مون کان اهو ڪم ڪونه پڄندو“ هن پنهنجو فيصلو ائين ٻڌايو پاڻ ڪدوءَ کي سندس فيصلو متاثر جو ڪوبه حق نه هو. عورت پنهن لاءِ ڪيڏي به مائونٽ ايوريسٽ ڇونه هجي پر پنهنجي مڙس لاءِ محض واريءَ جو ننڍڙو ذرو هوندي آهي. ڪدوءَ ڪاوڙ ۾ هن ڏانهن نهاريو.

”منهنجي ڳالهه ڪانه مڃيندئين“

”نه“ هن جي آواز ۾ جبلن جيڏي سختي هئي.

هڪڙي لت جيڪا هن جي ڪُک تي پئي ۽ هوءَ اٿلجي کٽ تان پٽ تي اچي ڪري ۽ پوءِ مٿس لتين جا وسڪارا پئجي ويا، هو هن جي ڇاتيءَ تي چڙهي وهي رهيو پئي هٿ هن جي نڙيءَ تي هئس.

”جي منهنجي ڳالهه نه مڃيئي ته آئون توکي طلاق ڏئي ڇڏيندس“.

ڪيڏو پوائيتو ٿي ويو هو. ڪدوءَ جو چهرو، هن اکيون

پوري ڇڏيون. سندس ساهه کڻڻ لڳو.

”تون پاڻئين ته آئون سڀني عمر ٻن سون جي آسانگي تي گهاري ڇڏيان. ٻئڪون مران پر تون راتي ٻئجي ڪاٽيندي رهين“ وفاداريءَ کان وڌيڪ ڪڏهن جي اکين ۾ پيسني جي لالچ هئي. انهن دال نه ڳرندي ڏسي هو ڊرو پنجي ويو. پيار مان هن کي سمجهائڻ لڳو، ”ڏس، اسان آهيون نوڪر ماڻهو، اسانجي ڪهڙي عزت ۽ غيرت، انهن کان وڌيو پيا ڪاٽيندا سون، عزتون ۽ غيرتون سوچڻ لڳاسون ته بکون مرنداسون پوءِ ڪير اسان کي ٽڪ به ڪونه ڏيندو“ هوءَ منٿ ڪيو اکيون پوريو پٽ تي پئي هئي سندس بند اکين جي اندر لڙڪ پرجي آيا هئا.

۽ ٻي ڏينهن رات جو نندو سائين اوطاق مان پنهنجي ڪمري ۾ موٽيو ته پل اپل لاءِ اونداهي ۾ هن ڪي ڏسي نه سگهيو. ۽ جڏهن لائٽ آن ڪيائين تڏهن ٽيوب لائٽ جي روشنيءَ ۾ هن ڪي ڏسي ڇرڪي پيو. هوءَ ڪوچ کي ليڪ ڏيو غاليچي تي ويٺي هئي، نندي سائينءَ کي ڏسي هوءَ مرڪي پئي (مٺل مٺل مرڪ).

”در ڏئي ڇڏيو سائين، ڪير اچي نه وڃي“ اچ مائونٽ ايورسٽ ڪيڏو نه هيٺ لهي آيو هو، نندو سائين جيڪو نندڙن کان در ڏيندو آيو هو سو پل اپل لاءِ منجهي پيو.

”در ڏئي ڇڏيو سائين“ هوءَ پنهنجي وات سان دعوت ڏئي رهي هئي پر سندس آواز ۾ ڪو زهر هو سو نندو سائين محسوس ڪري نه سگهيو.

نندو سائين در ڏئي موٽيو ته هوءَ چولو لاهي رهي هئي. هوريان هوريان هن جي بدن جون قيامتون ظاهر ٿين لڳيون، هيڪ هڪ ڪري هن پاڻ تي سڀ ڪپڙا لاهي ڇڏيا، ٽيوب لائيٽ جي روشنيءَ ۾ هوءَ نندي سائين جي نالي لکيل Invit ation card بڻيو وياي هئي، هن کي پلنگ تي ليٽائيندي نندي سائين کي ائين لڳو ڄڻ اڄهو هيٺر هو ڙڙيون ڪندي پا پنهنجا ڏند نندي سائينءَ جي ٻانهن ۾ کپائي ڇڏيندي پر هن ڪجهه به ڪونه ڪيو بس اکيون پوري ڇڏيون هئائين. ٻهءِ ڏئيءَ کان اڳ هوءَ نندي

سائينءَ جي ڪمري مان ٻاهر نڪتي- سندس مٽ ۾ ٻه سو پوڙهل هئا-

جڏهين اهي ٻه سؤ ڪڏهن ڪي ڏنا هئائين تڏهين ڪڏهن خوشي مان هڪ ڏکي ڇمي ڏني هئي انهن ٻن ڪاڙهن نوٽن ڪي ۽ پوءِ نندي سائين سچ پچ هن جو گهر ڀري ڇڏيو. هو روز آڌيءَ مهل نندي سائين جي ڪمري ۾ وينديهئي. نندي سائين کي هُن ڪاٻم محنت ڪانهِ ڪرڻي پوندي هئي. ڪڏهن چيو هئس ته سائين کي ايترو خوش ڪر جو سائين سون مان توکي ڪاڙهو ڪري ڇڏي ۽ هن سچ پچ نندي سائين کي خوش ڪري ڇڏيو هو، سون مان ڪاڙهي ٿيڻ لاءِ نه، ڪڏهن جي خوشيءَ لاءِ جنهن مان نڪاح جي لن ٻولن سندس مرڻ جيئڻ جو ساٿ لکي ڇڏيو هو. هوءَ جڏهن ٻه نندي سائينءَ جي ڪمري مان نڪرندي هئي نندو سائينءَ هٿ ۾ نوٽ ڏيندي چوندو هئس ”سڀاڻي ايندئين نه؟“ ۽ هو هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي پنهنجي ڪوٺي ۾ ايندي هئي ته ڪلو سندس انتظار ۾ ٻيو جاڳندو هو. هن کي ڏسي هٿ وڌائيندو هو پيسن لاءِ ۽ پوءِ هڪڙي ڏکي ڇمي ڏيندو هو نوٽن تي-

نندو سائين ستاويهن جو اڃي ٿيو هو. ماڻس هڪڙي ڏينهن پيٽس کي چيو هو ”ڪيسين ٻانهين ۽ شهر جي رنن جي پويان پيو ڊوڙندو- مرد ماڻهو آهي. شادي جي جنجير وجهيس ته ڪو ڍرو ٿئي.“ فيصلو ٿي ويو. نندين جي سڌان ملوڪ مڱ ويئي هئس- نندي سائين کي پلا ڪهڙو اعتراض! سوچيائين ته اهو به مزو وٺي ڏسجي سو يڪدم ڪٿي هائوڪار ڪيائين- شادي جون تياريون شروع ٿيون. انهي نئين شوق سچ پچ نندي سائين کي ٿورڙو ڍرو ڪري ڇڏيو هو. هاڻ هوءَ رات جو ايندي هئي ته رڳو سائين ڪنس بستري ۾ ليٽائي ياڪر پاسو ستو پيو هوندو هو- هاڻ مهل ته هاڻي اڪثر نندو سائين ”خرچي“ ڏيڻ وساري ويندو هو ۽ ٻي رات اچڻ جو واعدو به نه وٺندو هو. بس هوءَ پاڻ پئي ايندي هئي ته من اڄ نندي سائين کي خرچي ڏيڻ ياد اچي وڃي ته ڪڏهن جي ڪاوڙ به گهٽجي.

۽ پوءِ شادي وارو ڏينهن به اچي ويو- نتيو سائين خوشيءَ مان ڪپڙن ۾ نه پي ماپيو.

”اڄ سائين موج ۾ اٿئي- اڄ نوازي ڇڏينده وڃ هينئر وڃ- اڄهو هينئر اندر حويلي ۾ ويو آهي-“ ڪدوءَ ٻاهران مهڪندو آيو. اڪين ۾ ڪيڏي لالچ هئس.

”نه- اڄ آئون ڪونه وينديس“ هن ڪي خبر هئي ته نتيي سائينءَ جو اهو وقتي شوق ختم ٿي چڪو آهي. هن جي بدن جون قيامتون نتيي سائين کي نتيون موهي سگهن.

”ڇري! اڄ ته گهرڻ جي مهل اٿئي- تون وڃ ته سهي.“

”نه آئون ڪون وينديس“ هن جواب ڏئي ڇڏيو.

”ڪاٿ وينديئن؟“ ڪدوءَ مٿس اکيون ڪڍيون، هوءَ هيسجي وئي، هوءَ ڪدوءَ جي مار کان ڏاڍو ٻڇندي هئي. مارڻ ويل هو ڪيڏو ظالم بڻجي ويندو هو. هوءَ اٿي بيٺي- پٺ ۾ ٽنگيل آرسي ۾ پنهنجو پاڻ ڏٺائين. اڄ پنهنجين لاٽئن وارو وڳو ڍڪيو هئائين. اڄ وري مٿس روپ آيو هو. پاڻ اڄ ڪا سندس ئي شادي جي رات هجي. هن سوچيو هو ته اڄ هوءَ نتيي سائين وٽ ڪان ويندي. اڄ هو ڪم ڪار لاهي ڪدوءَ جي پاڪرن ۾ انيڪ پل گهاريندي. هرڪا عورت، زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن شادي جي رات جا لمحا ورجائڻ چاهيندي آهي پر ڪدوءَ سندس انهي ڪلپنا کي ڪيڏي بي دردي سان بي موت ماري ڇڏيو هو. هو ڪنهن هارايل جٺاريءَ جيان ٽڪل ٽڪل وکون کڻندي حويلي ڏانهن هلي وئي.

ڪدوءَ کي پڪ هئي ته نتيو سائين اڄ دل ٿي نوازيندو. هو کٽ تي ليٽي جوٽس جو اوسيڙو ڪرڻ لڳو- اٿين پي پاتيائين ڄڻ هو دنيا جو سڀ کان خوش قسمت انسان هو جنهن جي پيڃري ۾ سوني جهرڪي پند هئي- هن جون اکيون دروازي تي کتل هيون. هو اندازو هڻي رهيو هو ته نتيو سائين ڪيترا ڳاڙها نوٽ ڏيندو- اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ڪونيءَ جو در کليو- هوءَ در جي تاڪ کي ٽيڪ ڏيو بيٺي هئي- ڪدو ٽپ ڏئي اٿي

ويهي رهيو-

”وئين؟“ ڪدوءَ جي آواز ۾ خوشيون ئي خوشيون هيون. هن ڪاٻه وراڻي ڪانه ڏني چپ چاپ ويٺي رهي- هن جيون اکيون قبرستان جيان سنسان هيون- ڪيڏي ٿڪل پئي لڳي. پاڻ صديون پنڌ ڪيو هجيس. هن جي چهري تي پيڙائن جا پاڇولا هئا.

”ڏاڍي جلد موٽئين؟“ ڪدو سندس اچڙيل اجڙيل وجود جي معنيٰ نه پي سمجهي سگهيو ۽ هوءَ چپ، موت جيان-

”ڇا ڏنو سائينءَ“ ڪدوءَ جيون نظرون هن جي هٿن جو طواف ڪرڻ لڳيون جيڪي خالي هئا جن ۾ ڪوبه نوٽ ڪونه هو. ڇا ڏنو تنهنجي سائينءَ؟“ هو گهبرائجي ڪٽ تان لهي هن جي ويجهو اچي ويٺو.

”ڇا ڏنئين؟ ٻڌائين ڇو نٿي؟“ هن جو آواز اوچو ٿي ويو- هن ڏسڻ ٿي چاهيو ته سائينءَ اڄ ڪيترو نوازيو آهي ۽ هن جا چپ پاڻ مثل انسان جا چپ، جن تي ڪا اڌوري ڳالهه اٽڪيل هجي ۽ جيڪا اوچتو مري وڃڻ جي ڪري ڇٽي نه سگهجي- هن جي چهري تي ڪائنات جو سمورو عذاب هو-

”آئون نوڪي آهيان نه“ هن ڪاوڙ ۾ وڏي سڏ چيو، ڇڻ هن ڪي سجاڳ ڪرڻ ٿي چاهيو- هن جي ڏکهي مات کان گهبرائجي هو هن جي ڳاڙهي پوتيءَ جا پلاند، مٿي جا وار، چولي جي اندر جانچڻ لڳو ته متان هن نوٽ لڪايا هجن ۽ سڀ ڪجهه خالي هو- اڄ هوءَ به خالي خالي هئي پاڻ ووڊڪا جي خالي بوتل جنهن جي تري ۾ به ڪنهن ڦڙو به نه ڇڏيو هجي-

”نون وئي هئينءَ؟“ هن پڇيو، ڪٿس ويساهه ٿي نه پي آيو ته ڪو اڄ به سائين نوازيندو ڪونه- هوءَ چپ هئي. هن جي اکين ۾ دور دور تائين واري اڏامي رهي هئي-

”نون ڳالهائين ڇو نٿي؟“ ڪدوءَ هن کي ڪاهن ڪان جهلي ڌونڌاڙيو- تڏهن هن ويران ۽ اجڙيل اکيون کڻي ڪدوءَ ڏانهن ائين نيهاريو ڄڻ اهو پل- اهو هانوءَ ڏاريندڙ هڪڙو

پل، ھن جي زندگيءَ جو آخري پل ھجي-
”ننڍي سائينءَ چيو آھي-“ ھن جو آواز سڏڪن ۾ وچڙڻ لڳو-
”ھا- ھا ڇا چيو آھي ننڍي سائينءَ“ اميد جو ڏيئو جيڪو وسامڻ لڳو ھو سو ٻيھر ڪڏوءَ جي اکين ۾ ٻرڻ لڳو.
”ننڍي سائينءَ چيو آھي-“الاءِ ڇا ھن چوڻ ٿي چاھيو جيڪو ھوءَ چئي نٿي سگھي.
”ننڍي سائين چيو آھي- تہ- مون کي تو مان- ٻاروٽي ڪوشت جي ڏپ ٿي اچي-“ اھو لفظ جيڪو ھن جي نڙيءَ مان نٿي اڪيلو سو سڏڪن جي وچ ۾ ائين ڇپائين پاڻءَ زندگيءَ جو سڀ ڪان وڏو ھاڃو پڌائي رھي ھجي.
”ننڍي سائين چيو- آھي- تہ مون کي تو مان ٻاروٽي ڪوشت جي ڏپ ٿي اچي- دروازي جي چائونٺ تي ويھي، ڪوڏن ۾ منھن لڪائي ھوءَ ائين سڏڪي پئي جڻ- ھينئر ھن لمحي ھن جو سھاڳ لٽجي ويو ھجي- ۽ ھوءَ نہ چاھيندي بہ- قوھہ جوانيءَ ۾ ڏھاڳڻ ٿي وئي ھجي-

# سنگسار

ٽي ڌيئرون انهن کي ڏسي ڪئين زندگي عذاب محسوس ٿيندي هئي. ڪيتريون مڃتائون مڃيون هئائين، پر هڪڙي به نه مڃي. ٽيئي ڌيئرون جاڳنديون وڻ جيان وڌنديون ٿي ويون ۽ پٽ هڪ به نه ٿيوس، جنهن جي ڪئين ڏاڍي سڪ هئي. جوڻس کي پيو گاريون ڏيندو هو، "تيا کي ۽ ٽي بلائون ڇٽي رکيون آهن، پٽ ڄڻيندي جڻ پيٽ ٿي ڦاٽس." جوڻس جي به ٿي دانهن پوندي هئي، "مٿو ڪنگلو هٿ ۾ ٽڪو به نه ليپس جو ڪٿي ٿي ٻهر ماني کائون. فلاڻن فلاڻن جون ته زالون ڏس، ڪيئن پيون جهرڪن. مڙس سان فلمون ڏسن ۽ گهمن ڦرن. هڪڙو منهنجو ڀاڳ ڦٽو هو، جو تو ساڻ پلاند اٽڪايو اٿم."

هوءِ روئندي ويندي هئي ته ماڻهن کي به کلڻ ويندي هئي، جيڪي پاڻ ته مري ويا، سندس پلاند مٿي ڪنگلي سان اٽڪائي ويا.

جوڻس آڙي پاڙي جا ڪپڙا سبي، جيڪي چار پيسا گڏ ڪندي هئي، سي به ڦري وڃي نشو پتو ڪندو هو ۽ جڏهن موٽندو هو تڏهن جڻ ساڻس گڏ قيامت اچي ويندي هئي. جوڻس کي رتوڇاڻ ڪري ڇڏيندو هو ۽ هو ٽيئي طوفان ۾ آيل ڪکن جيان پيون ڏڪنديون هيون ۽ پوءِ جيڪر انهن سان ڪا هڪڙي سڏڪي پوندي هئي ته قيامت جو عذاب ويتر وڌي ويندو هو.

جيل جو ڊپ نہ هجيس ها تہ انهن چئني کي اڪٽ ماري ڇڏي ها، پر جيل کان ڊڄندو هو. اڳ ٻہ سال ڪن جيل ڪمائي آيو هو، اتي جيڪر ڪنهن ڳالهہ جو سک هئس تہ اهو جو اتي اهي ٽي-چار بلائون نہ هيون. هڪ واري جوئس پل اپل لاءِ آئي ٻہ ٽي، اهڙي تہ جٽ ڪيائينس جو هوءَ وري نہ موٽي. جيل ۾ ڪئس ڪم ڪرڻو پوندو هو. بس انهيءَ ڪري هو جيل کان ڊڄندو هو.

جنهن رات هو گهر نہ موٽندو هو، نشي ۾ ڪنهن ٻہ فٽ پاٿ تي پئجي رهندو هو، انهيءَ رات هو ٽيئي ڪنڌ يون نہ پرڪون تي ويندڙيون هيون. ڇڻ ڪنهن ميوريءَ تي، ٽنگيل کي زندگيءَ جو پيغام ڏئي ڇڏجي. پر انهيءَ رات ٻہ مٿدن ماءُ هوريان هوريان پئي سڏڪندي هئي. بدن تان ڪپڙا لاهي پئي ڦٽ ڏوئيندي ۽ سيڪيندي هئي. ڪارا نيرا نشان ڏسي پئي روئندي پٽيندي هئي.

ڪجهہ ڏينهن کان مڙس جي نڪري وڃڻ ڳانپوءِ وٽس هڪ ٻيو مڙد ايندو هو. انهيءَ جي اچڻ کان اڳ سينگار پڪا ڪندي هئي، فلمي ڳانا جهونگاريندي هئي. سستي قسم جي خوشبوءِ هڻندي هئي ۽ جڏهن اهو ٻيو مڙد ايندو هو، تہ ٽئي ڇٽان ڪوٺيءَ جنو در بند ڪيو، ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺا هوندا هئا ۽ هو ٽيئي ڇٽيون در تي پهرو ڏينديون هيون. پرڀان پيءُ جي سائيڪل کي ايندو ڏسنديون هيون تہ ڊوڙي وڃي ماءُ کي ٻڌائينديون هيون. ماءُ تہ نڪري ايندي هئي ۽ هو دري ٽپي هليو ويندو هو. هوءَ جهٽ جهٽ ڪري ڪپڙا مٽائيندي هئي، پر جڏهن سندس مڙس اندر گهڙندو هو تہ ڪتان نہ ڪتان عطر جي خوشبوءِ اچي ويندي هئس. وارن مان ڇڪيندي چوندو هو، ”ڪهڙو يار آيو هيئي جو گهر ۾ خوشبوءِ پکڙي پئي آهي“ ۽ هوءَ ڊوڙي وڃي طاق تان قرآن پاڪ کڻندي هئي. ”اڄ قٽڪي مران جو تو کان سواءِ ڪو ٻيو آيو هجي“ پوءِ هن کي تہ مارڻ جو بهانو گهربو هو، سو جوئس کي رتوڇاڻ ڪري رکندو هو.

۽ هو جو ايندو هو ته هن تنهي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه
کڻي ايندو هو. گڏيون، چوڙيون، واليون ۽ اهي ٽيون هن کي
اڏيون وٺنديون هيون، جو ڪڇنديون ڪونه هيون. ڪڏهن هو
وٺندو ڪونه هو، پر ماءُ کان پڇنديون هيون ”امان هي ڪير
آهي؟“ ته پوءِ گهراٽي پاڻي چوندي هئي ته ”چاچو سليم آهي،
پٽهين کي مٺان پڏاءِ، ڇوريون! نه ته متو پاڻ کي ماري وجهندو.“
هوءَ نه ته ڇوين ها، ته ٻه هو ماٽ هجن ها، جو پيءُ ته اوري
ٻه نه اچڻ ڏيندو هون، ڳالهائڻ ته تصور ۾ ته ڪونه هون. پوءِ
هڪ ڏينهن اجهو اچان ٽي چٺي هوءَ چاچي سليم سان ائين
وٺي جو سچ لهي ويو پر هوءَ نه موٽي. ڪڏهن اڪيلائپ کان
ڊپ ٿيو ته هڪٻئي کي ڀاڪر پائي روئڻ لڳيون. انهيءَ رات
سندن پيءُ به نه آيو ۽ نه ٿي ماءُ وري. آونداهيءَ ۾ زندگيءَ
جا ڀوت هنن ڏانهن وڌڻ لڳا. تنهي جون دانهون آڪاس کي
ڇهڻ لڳيون، پر ڪوئي به نه آيو ۽ جڏهن سج اڀريو تڏهن
سندن پيءُ آيو. نشي ۾ ٿاٻڙجندو، اکين ۾ بيٺي رنبي ڪيائين،
”ڪٿي آهي هوءَ پڙوي.“ هنن تنهي جو ساهه سندن نڙين ۾
گهٽجڻ لڳو. ماءُ جي پٺيءَ جو عذاب به هاڻي ڪٿي مٺو هو.
”ڪٿي آهي؟“ هن جي اکين مان باهه وسڻ لڳي.
”چاچا سليم سان وٺي آهي.“ ننڍيءَ سڀ سڳهه ساري. بس انهيءَ
ڳالهه تي هو مڇرجي پيو. وڏيڪا ڳالهه نه پڏائين ۽ تنهي
کي هٿي ڦٽي ڇڏيائين. پوءِ ته گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڳالهه پکڙجي
وئي ته جوٽس سليم پيڙيءَ واري سان ڀڄي وئي.
جوٽس ته ڀڄي وئي جيڪا ڪٽس هٿن جو پورهيو ڪري
ٽڪا ڏيندي هئي. ڪمائڻ جو افعال منجهس ڪونه هو. اتلو
جوٽس تي بلائون ڳجهيءَ ۾ ڇڏي ويس. هنن تنهي کي اچان
تائين ماءُ جو اوسيئڙو هو. گهر جي در تي ٻيٺي ڇٽيون ماءُ
جي راهه پيون تڪينديون هيون. پاڙي جا ٻار انهن کي ڏسي
ڇوريندا هئا، ”اوهان جي ماءُ ڀڄي وئي“ ۽ اهو ٻڌي هو روئي
ڏينديون هيون، ڇڻ ڪنهن ٻار ڏٺي ڇڏي هجين، هيسيل
اڏيون جو وڙهي به تن ته سکهنديون هيون. گهٽيءَ مان ڪو

”ٻڌو اٿم تو وارين ڏن ٻيرين مان هڪ ٻچي وٺي آهي“ مولوءَ جي اکين ۾ ڪندگي پرجي آئي.
هو پل اپل لاءِ چرڪي پيو اندر ۾ ـ دک جو، ڪاوڙ جو زهر پرجي آيس پر پي پل سندس اندر جو لالچي مڙد جاڳي پيو، جنهن کي چرس جي هڪڙي گولي ڪپندي هئي. جنهن کي مارفيا جي انجيڪشن جي گهرج هئي. سندس اندر جي ڪندگيءَ مان جنم ورتل سپني پوت ڪر موڙي اٿي بيٺا.
رات جو هو موٽيو، ته هوءَ جاڳي پئي، ڪجهه دير اڳ شام جو رنو هٽائين، جو اکيون اڃا به آليون هيس. سندس ڏي پاسي ۾ هو پئي سمهيون پيون هيون. مانيءَ لاءِ روئي روئي سمهيون هيون ۽ هن کي بک جي شدت ۾ ننڊ تني آئي. پيءَ کي ايندو ڏسي سندس بدن ڪنبڻ لڳو.
”جاڳين پئي؟“ پٽس جي لهجي ۾، خوشامند هئي ـ
هوءَ چپ رهي.
”آءٌ نوڪري ڳولهڻ ويو هئس، اها ٿي خوشامند، ڪوڙ ۽ لوپ پر هوءَ چپ ۽ حيران ها!
”نوڪري ملي وٺي اٿم بلقيس!“ وات مان گگ ڳڙي پيس ۽ بلقيس کي چڻ ويساهه نه پئي آيو.
”تو لاءِ به نوڪري ڳولهي اٿم“. پٽس جي اکين ۾ لالچ ليٽا پائڻ لڳي، جنهن کي سندس ذهن سمجهي نه پي سگهيو.
”نوڪري ڪندينءَ نا؟“ هو ويجهو هليو آيو.
”توکي آتي نوان ڪپڙا ملندا، ماني ملندي“. ڪپڙن ۽ مانيءَ جو ٻڌي بلقيس جي اکين ۾ ستارا جرڪڻ لڳا. پر اڃا به چپ هئي.
”ڪندينءَ نه؟“
”هائو“ ڏرنيءَ جي پاتال مان چڻ آواز آيو.
”اٿي هينئر هلون“ عجيب ڪروڌ پٽس جي چهري تي پکڙجي آيو هو.
وراڻيءَ ۾ بلقيس خاموش اکين سان پينرن ڏانهن نهاريو.

هو سندس مطلب سمجهي ويو چيائين ”هي ستيون پيون هجن، آءٌ ڏوڪي ڇڏي اڄهو ٿو اچان. هتن لاءِ ماني به وٺي ايندس.“

ڪيڏو پيار هو، هن جي لهجي ۾ بلقيس ڪي پل اپل لاءِ ڄڻ پئي جهان ملي وياه هوءَ يڪدم اٿي بيٺي.

”جتي ته پائي“ هن جا اگهاڙا پير ڏسي پڻس چيو. هن جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا ”جتي آهي ڪانه.“

”چڱو اٿي ٿئين جتي به ملي ويندءِ“ هڪ وار وري بلقيس جي اکين ۾ ستارا جرڪڻ لڳا. هن ٻيهر نئين پيرن ڏانهن ڏٺو ۽ پڻس سان گڏ ٻاهر نڪري آئي. ٻاهر هن جي بخت جهڙي اونداهي هئي.

رات جو الائي ڪهڙو پهر هو، هوءَ ٿورن ڪپڙن، ماني ۽ جتيءَ جا خواب ڏسندي، مولو وٽ پهچي وئي. زندگيءَ جي ڪنهن به روپ کان واقف نه هئي، جو ڪجهه سمجهي سگهي ها. پڻس ڪيس پنجاهه روپين ۾ مولوءَ وٽ وڪڻي، سياڻي اڄڻ جو ڇٽي هليو ويو.

بک کان هن جو ساهه پئي نڪتو، هوءَ روئڻ لڳي.

”ڇو ٿي روئين“ نشي ۾ ڀاري آواز.

”بک لڳي آهي—“ هوءَ روئندي رهي، هن کي بند ڪوٺيءَ ۾ گهٽ ٿي رهي هئي. ڪٿس اها ته خبر هئي ته نوڪريءَ ۾ ٿانو ڀاري ڪبي آهي يا ڪپڙا ڪڙا ڌوئبا آهن، پر هي نوڪري هن کي سمجهه ۾ نه پئي آئي، جنهن ۾ هوءَ جهول ڪٽ ٿي اگهاڙي جسم سان پئي هئي، سيءَ کان، بک کان، ڊپ کان هن جو بدن ڏڪي رهيو هو.

مولوءَ اخبار ۾ ويڙهيل ڪباب کوليا، بلقيس جي اکين ۾ ستارا جرڪڻ لڳا.

”ڪباب کائيندينءَ؟“ مولو هٿ ۾ ڪباب کڻندي چيو. هن بک وچان بي صبريءَ ۾ ڪنڌ ڌوڻيو.

”اچي وٺ“ بلقيس هٿ وڌايو. پر ان کان اڳ مولو کڻندي ڪباب واپس اخبار تي رکي ڇڏيو ۽ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳو.... هوءَ روئڻ لڳي. ”اچي پلا وٺ“ هن وري ڪباب

وڏايو، بلقيس هٿ وڌايو، پر اڳي ڄڻ هن ٺهڪ ڏئي ڪباب واپس رکي ڇڏيو. مولوي نندي هوندي کان ئي کلڻ کي اڻين سڪائيندو هو ۽ ٺهڪ ڏيندو هو ۽ جڏهن سندس ٻاهرين ڪتا ۽ ٻليون زبان ڪڍي سندس پير چٽيندا هئا، تڏهن انهن جي وات ۾ هڏا ۽ ڇيڇڙا وجهندو هو. هو چوندو هو 'الله سائين هيءُ ڪي زال جي روپ ۾ به خلقيو آهي.'

"اڄ وٽ ڪباب" هن ڪباب وڌايو ۽ بلقيس هٿ وڌائڻ چاهيو....

"ترس، پهريان منهنجا پير چٽ."

بلقيس سندس ڳالهه سمجهي نه سگهي. هن هر ظلم سٺو هو، پر اهو ظلم نه سٺو هئائين.

"پير چٽ ته سڀ ڪباب ڏيندو سانءِ." هوءَ ڪٿ تائين هيٺ لهي آئي. انهن ڪبابن جي حصول لاءِ هوءَ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويئي. سندس اگهاڙو جسم مولوءَ جي مٽيءَ ۾ لٿيل پيرن تي نمي ويو، هن جي زبان مولوءَ جي پيرن جي گندگي چٽڻ لڳي. مولوءَ جا ٺهڪ ڪوٺيءَ ۾ چوڌاري گونجي رهيا هئا. بلقيس ڪنڌ کڻي مولوءَ ڏانهن نهاريو، ڄڻ چئي رهي هجي "هاڻ ته ڪباب ڏي."

مولوءَ هڪڙو ڪباب ڪيس ڏنو. سندس اکيون جرڪڻ لڳيون. هڪڙي پل ۾ ڪباب ڳڙڪائي ڇڏيائين.

"پير چٽ ته ٻيو ڪباب ڏيندو سانءِ". هن مولوءَ جا پير چٽڻ شروع ڪيا، مولو کلندو رهيو، ڪباب ڏيندو رهيو ۽ جڏهن اهو تماشو ختم ڪيائين ته هن جي جسم کي ٿڏو هڻي چيائين "پٺيان ڏاڏي سڳي نسل جي ڪتي آهين".

سڄ ايرٿي پٺس آيو. هن کي نه ٿي نوان ڪپڙا مليا، نه ٿي جتي! پر انهن سڀني کان اتم اهي ڪباب هئا، جيڪي مولوءَ کيس ڏنا هئا. ڪيترن ڏينهن جي بک وسامي وئي هيس— پر جڏهن پٺس سندس آڏو آيو، ته اتي ٻارهن سالن جي بلقيس ڪانه هئي. زيبوءَ جهڙي عورت ويٺل هئي. اهڙي عورت جنهن جو پيٽ به ٻريل هجي، پر سندس بدن جو هر حصو لٽجي

چڪو هجي ۽ هينئر جنهن جي، دل ۾ سموري ڪائنات جو زهر اوتجي آيو هجي، جيڪا هڪ رات ۾ چند ڪبابن جي حصول لاءِ معصوم ڇوڪريءَ مان عورت بڻجڻ تائين جو سفر ڪري چڪي هجي، جنهن هڪ رات ۾ زندگيءَ جا سمورا تجربا ڪري ورتا هجن، پٽس انهيءَ عورت مان اکيون ملائي نه پئي سگهيو.

هو پئي ماٺ ۾ عشاءَ هلندي مهل مولو ايندڙ رات لاءِ ويهه روپيا ايڊوانس ڏنا، هوءَ پيرين اگهاڙي آئي پيرين اگهاڙي وئي پئي، سندس سنڌ سنڌ ساڻو ٿي پيو، هوءَ هلندي ٿابڙي پئي ۽ پٽس خوش هو– ٿي ڊيمرون!

ڪٿس پنهنجي زندگي بيحد روشن پئي نظر آئي اج پٽ نه هٿڻ جو ڪٿس ڪوبه ڏک ڪونه هو، هاڻ چرس جو حصول ۽ مارفيا جون سيون هن جي لاءِ بيحد آسان هيون، ڪٿس دنيا جو سڀ ڪان وڏو خزانو بلقيس پئي لڳي، ۽ هوءَ چپ هئي، راتوڪي سڄي رات سندس ذهن ۾ زهر جيان پکڙجي آئي هئي، هوءَ گهر پهتي ته سندس پئي پيرون اگڻ ۾ ويٺي رنيون،

پٽس پنج روپيا ماني لاءِ ڏئي هليو ويو، ويندي ويندي هن ڪي رات جو تيار ٿي ويهڻ لاءِ چئي ويو، پنج روپيا هن جي مٺ ۾ سڙڪڻ لڳا، راتوڪي رات سندس ڇوڏاري رقص ڪرڻ لڳي

”ادي تون ڪيڏانهن وئي هئينءَ؟“ هڪ پيڻ پڇيس، هوءَ چڻ ڏرتيءَ جي پاتال مان نڪري آئي،

”ڪيڏانهن وئي هئين؟“ بيءَ پڇيو، پر سندس چپ نه کليا،

”تو رات ماني کاڌي هئي ادي!“ ييٽس چڻ سندس ڦٽ تي مرچ پرڪي ڇڏيا، سندس اندر ۾ چڻ طوفان اچي ويو،

”تو رات ماني کاڌي هئي؟“، ييٽس وري پڇيو، هن هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي ڇڏيو، پر چپ رهي،

”ڇا کاڌو هيئي ادي؟“ هنن ٻنهي جي اکين ۾ رشڪ ۽ حسرت جا باچولا ليئا پائڻ لڳا،

”ڪباب“ هن جي اندر مان سڏڪو اڀريو،

”ڪباب!!“ هن ٻنهي جي وات ۾ پاڻي ڀرجي آيو،
”اسان ته ڪجهه نه کاڌو هو ادي.“ هن جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا.
”تون اڄ رات جو به ڪباب کائڻ ويندئين؟“ هن پڇيو ۽ هن هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

”اسان کي به وٺي هلجانءِ ادي. اسين به ڪباب کائينديون سين“ هن جي انهيءَ ڳالهه هن جي اندر ۾ عذاب ڀري ڇڏيو. هوءَ ڇرڪي پئي. اکيون ڪٽي ڏڻائين، ڪٿس اٿين لڳو ڄڻ سندس پٺي پيرون عورتون ٻڌجي ويون هجن. هڪڙي رات ۾ عورت ٻڌجڻ واريون عورتون! هن جي بدن جي هر حصي تي مولوءَ جي هٿن جا نشان هجن ۽ هو ڪيائين لاهه مولوءَ جي پيرن جي گندگي-ڇٽي رهيون هجن. سندس اندر ۾ ڪجهه پرڻ لڳو. اکين ۾ باهه ٻرڻ لڳيس. ڪيترا طوفان هن جي ننڍڙي ذهن ۾ آيا ۽ لنگهي ويا. هن جي اندر جي دنيا تباهه ٿيڻ لڳي. هوءَ اوچتو پنج روپيه مٺ ۾ پيڙي اٿي بيٺي.
”ڪيڏانهن ٿي وڃين ادي؟“ پر هوءَ چپ رهي.
”ڪباب وٺڻ ٿي وڃين؟“
”ها“ هن جي آواز ۾ زهر هو. هوءَ ٻاهر نڪري وئي. آئي ته هٿن ۾ گاسليٽ جي بوتل هيس. هن جي هٿن ۾ ڪباب نه ڏسي هو مايوس ٿي پيون. پوءِ به اميد مان پڇيئون.
”گاسليٽ ڇو آندو اٿئي ادي؟“، ۽ هوءَ چپ رهي.
”گهر ۾ ڪباب ٺاهيندينءَ“ هوءَ چپ رهي. گاسليٽ کڻي ڪپڙن تي ۽ سڄي ڪمري ۾ هاري ڇڏيائين.
”ڇا ٿي ڪرين ادي؟“ هو حيران هيون. هن در اندران بند ڪري ڇڏيو. هنن ٻنهي کي الائي ڇو خوف محسوس ٿيڻ لڳو ۽ پل اپل ڪانپوءِ چوڏاري باهه جا پوت رقص ڪرڻ لڳا. بلقيس اکيون پوري ڇڏيون. هنن ٻنهي جون رڙيون چوڏاري گونجڻ لڳيون ۽ بلقيس ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيون.
”ادي باهه وسائي ادي— ادي“ هو هن کي آزيون ڪرڻ لڳيون، پر هوءَ ته ڄڻ اندر ئي اندر فنا ٿي وئي هئي.

# فوٽ پاٿ

ڪيڏي عجيب ڳالهه هئي ته هن ننڍڙي ٻچڙي وجود کي
بصران فٽ پاٿ تي جنم ڏنو هو. گهور اونداهه تنهن
۾ دور ميونسپالٽيءَ جي بلب مان ايندڙ ميرانجهڙي روشني بصران
جي وجود تي پئي پئي. اونداهه ۾ دائيءَ کي ڏاڍي تڪليف پئي
ٿي ۽ هن پڇي ته ڇڻ ڇڻ جو نانءُ ٿي نه پئي ورتو. دائيءَ
کاڙ ۾ چيو: "حرام جو ٻار ڄڻڻ پيو ڪوسولو آهي" بصران
تڪليف ۽ شرمندگيءَ جي شدت ۽ بدناميءَ جي خوف کان نه
دانهن ڪئي ۽ نه جواب ڏنائين.

سرد رات جي سرد واءُ کان هن جو وجود هوريان هوريان
ڏڪيو پئي، ڪيڏي مهل هلڪڙي دانهن تي ڪيائين. فٽ پاٿ
تي ستل فقيرياڻين ۽ ٻين ڪنڌ کڻي بصران ڏي نهاريو ۽ اونده
۾ هڪ آواز اڀريو.

"بصران ڪڇا ڄائو؟"

"ڌوڙ" دائيءَ خار منجهان وراڻي ڏني.

"ڏسجئين ڌيءَ ڄڻيندي." ٻيو آواز اڀريو.

"سا به ماءُ تي ويندي."

"ها جهڙا ڪانگ تهڙا ٻچا."

بصران جي تڪليف ۽ شرمندگيءَ جي شدت جو احساس
ويتر وڌي ويو هوريان هوريان وري ماٺ پڪڙجي وئي.

دائي پڇڪي چئي: "هڪڙي ته اونداهه لڳي پئي آهي

ڏسڻ ۾ ٿي نٿو اچي.......“

”گناهه اونداهه ۾ ٿي ٿيندا آهن سوجهرو هوندو ته سڄي دنيا ڏسندي.“ اونده ۾ ڪنهن جواب ڏنو.

”مان ماچيس ٻاريان ماسي.“ ٻاني پيڙيءَ جو اڌ جيڪو نٽ پاٿ تان ٿي لڌو هو، دکائيندي چيو.

”ها ابا ٻار ته سهي.“ دائي وراڻي ڏني.

”نه مونکي شرم ٿو اچي.“ بصران احتجاج ڪيو.

”پلا شرم ٿو اچيس! ڪارو منهن ڪندي شرم اچنئي ٿو؟“

هن جي وراڻي ڏيڻ کان اڳ تيلي جو سوجهرو ٿيو، ٻانو ٿوڌپاڻيءَ سان تيلي ٻاريندو رهيو هن شرم کان ٻانهن اکين تي رکي ڇڏي ۽ ڇڏهين روئڻ جو آواز اڀريو ته هو ڇرڪي پيئي، ٻانهن ڪڍي ڏٺائين دائي جي هنج ۾ اگهاڙو ۽ پتڪڙو وجود هو، راڻون راڙون پي ڪيائين، جڻ پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏئي رهيو هجي. فٽ پاٿ تي سڌل، انڌا، لولا، منڊا ۽ بيمار جسم رڙهي اوريان هليا آيا، ”ڇا ڄائو؟ ڇا ڄائو؟“ ڪيترا آواز اڀريا.

”ڇوڪري.“ دائيءَ جو آواز بصران کي ڏاڍي ويو. هوءَ ته هن جي راڻون راڙون مان ئي سمجهي وئي ته اها ڌيءَ هوندي، ڪو ڪپڙو به ته ڪونه هو جنهن ۾ هن پتڪڙي وجود کي ويڙهجي- بصران پاڻ به ته اڌ اگهاڙي هئي، سندس ڪپڙا ڇيهون ڇيهون هئا، ٽڪو ٽڪو جيڪو پئبندي هئي، سو ماني ڪپي تي هليو ويندو هو. پوءِ هن لاءِ ڇا آئي ها، پتڪڙو وجود سيءَ ۾ ڏڪي رهيو هو، ڪنهن رستي تي پيل اخبار جا ڪاغذ ڳٽيا ۽ هنجي ڌيءَ کي ويڙهي ڇڏيو ڪاغذن جي آسانگي تي هو ڪن ٻل لاءِ ماٺ تي وئي.

”هاڻ ڪيڏانهن ڪيانس؟“ دائي بصران جي ڪن ۾ سرٽ ڪيو بصران کان ڇرڪ نڪري ويو هنکي ته اها ڄاڻ ئي ڪانه هئي ته هن جو پيءُ ڪير آهي؟ ڪيترا سارا هئا؟ سيٺ عمر ڀائي! وڏيرو جمال خان! رئيس الله ڏنو! صوبيدار! پوليس وارو! ۽ پنيوالو! دڪان وارو! ڇمڪندڙ موٽرن وارو! وڏي بنگلي وارو! ۽ پيا الائي ڪيترا هئا هر رات نئون راهي، ڪهڙي خبر اها

ڪنهن جي ديا هئي.

برسات جي راتين ۾ جڏهين فٽ پاٿ تي ڦڙڦوٽ پوندي هئي ۽ هرڪو پنهنجو پاڻ لڪائڻ لاءِ اجها پيو ڳوليندو هو، تڏهين انهن بيمار لاغر جسمن کي جن ۾ ديوني جهڙي ٻاس هوندي هئي، ڪير به اجها نه ڏيندو هو. اهڙين راتين ۾ هن جي جوان وجود کي اجها ملندي هئي، ان جي صلي ۾ هنکي پنهنجو پاڻ وڪڻو پوندو هو. ڪيترا ڏينهن پنڻ جي باوجود ڪجهه به نه ملندو هو تڏهن هو پنهنجو پاڻ وڪڻڻ تي مجبور ٿي ويندي هئي ۽ پوءِ هر روز چند ٽڪن تي نون نون خريدارن جي ٻانهن ۾ هوندي هئي. هن جو ڪوئي ڪونه هو، هن جڏهين اک پٽي ته هو فٽ پاٿ تي زهندي هئي، پنندي هئي، انهيءَ ئي فٽ پاٿ تي اڄ پڻ زندگي ٿي گذري هن جو ڪوئي ماضي يا مستقبل ڪونه هو نه ئي حال هئس هوءِ هئي ۽ زندگي هئي. ڪڏهين فٽ پاٿ جي پٿرن تي ڪڏهين عاليشان بيڊرومن ۾. پر ائين به ٿيندو؟ اها ته ڪيس ڄاڻ ئي ڪانه هئي ۽ اڄ جڏهين هن جي ڇپپاتيل وجود مان هڪ نئين وجود جنم ورتو ته هو سوچڻ لڳي ته هن جو مالڪ ڪير آهي. ٻر هن جي اکيان ته ٻوري پلٽڻ هئي. ڪنهن جي سڃاڻپ ڪري.

”گند جي ڍير ۾ اڇلائي ڇڏينس“ ڪنهن صلاح ڏني. هن کا ورائي ڪانه ڏني ميٺي هنکي تڪي رهيا هئا ۽ هو اکيون ٻوٽيو پئي هئي، سانت لڳي وئي ڪي ماڻ ٽڪجي پيا هئا ۽ واپس رڙهي پنهنجي جاءِ تي هليا ويا. ٻه پوليس واراڳشت ڪندا پاڇن جيان لنگهي ويا هنن کي ڇڻ نانگ سونگهي ويو، جيڪر پوليس واري کي خبر پوي ته ميني کي وڏي گهر وٺي وڃي.

”گهٽو ڏئي مارياِنس“ دائي مراٺ ڪيو.

”اڙ منل نه آهي ماري ڪٿي ڇڏينس“ ڪنهن صلاح ڏني ٻصران خاموش هئي. نئين وجود هلڪڙي رائون رائون ڪئي، هو سڀ ڇرڪي پري ٿيا، ڇڻ راڪاس اچي ويو هجي، پوليس

وارن جي بوڻن جا نڪاءُ ٻڏي دائيءَ جهٽ ڪري ڪٽي هٿ هن جي وات تي رکيا.

”اڄ ته پڪ جهاباسون.... بصران اسانجي روزيءَ تي ضرور لت هڻندي.“ ڪنهن خارن منجهان چيو.

هو چپ رهي ڪنهن اوچي هستي جيان ماٺ.

”اٿي هاڻ ڦاٽ، آخر چاٿي اٿي سو ڪيڏانهن ڪندئينءَ؟“ مختلف سراٽ هن جي ڪنن تي پئي پيا.

”ماٺ ڪري ڏيئس ڪهڙو.“ ڪنهن چيو. دائيءَ چور نظرن سان عزرائيل جيان بصران کي ڏٺو. بصران چڻ ڏري پئي. آمالڪ ڪانو جيان ٻار کي جهٽي ورتائين، سيني جي آڏو ڪنهن شرم ۽ حيا ڪانسواءِ ڇاتيءَ تان ڦاڻل چولي ڪٽي تيج ڏين لڳي ۽ هوءَ به چُس چُس ڪري پيئڻ لڳي، سيني هڪ ٻئي کي اچرج وچان ڏٺو. بصران هٿن جو سهارو وٺي پٽ کي ٽيڪ ڏئي ويٺي، هنجي هيٺان گندي پاڻيءَ جو نالو وهي رهيو هو، سندس چولو گنديءَ پاڻيءَ سان پسڻ لڳو پر سندس جذبن اهڙي اٿل کاڌي هئي جو هوءَ هر شئي کان ڪن پل ۾، بي نياز ٿي ويئي هئي ۽ سندس تخليق سندس ڇاتي ۾ چنبڙي پئي هئي ۽ تيج ائين ڏاڻي رهي هئي چڻ پوءِ ڪڏهين ٻيو نه ملندس. سانت ۾ چس چس جو آواز پئي گونجيو، سيني جون اچرج وچان ڦاٽل اکيون بصران تي کتل هيون.

”بصران چو ٿي اسانجو اجهو وڃائين، پوليس ڏسندي ته اسانجو به پيڙو پوڙيندي.“ ڪنهن ڊپ جو اظهار ڪيو.

سيئي پيهر رڙهي آيا، انهي سوال جي جواب لاءِ سيني ٻاني کي ڏٺو، ڦٽ پاٿ ٻاني جي جاگير هئي، هو سيني کان چار چار آنا وٺندو هو. ۽ پوليس کي ٽاريندو هو، سندس گذارو به انهن پئسن مان ٿيندو هو جنهن مان هو پتنگ، بيڙيون ۽ ماني کندو هو، ڪڏهين پاڪيٽ جاڳندو هوس ته ٿي چار رپيا جوا ۾ کٽي ايندو هو، نه ته ڦٽ پاٿ جو ڪمائي به هارائي ايندو هو.

ٻاني جو سيئي کي پاڻ ڏانهن نهاريندي ڏٺو ته کيس

پنهنجي جاگير خطري ۾ نظر آئي. چيائين: ”بصران هيٺ رهڻو
اٿئي ته انهيءَ ڪتي جي ٻچي کي گند جي ڍير ۾ اڇلائي ڇڏ
نه ته پوءِ تون به هتان رواني ٿي.“

ٻاني حاڪماڻي انداز ۾ چيو هو. هن جي اکين ۾ ساري
جهان جو ڪروڌ تري آيو، هن جو هانو ڏڪي اٿيو. سيٺي
ٻاني کي ائين ڏسي رهيا هئا ڄڻ داد ڏئي رهيا هجن.

بصران پٽ کي ٽيڪ ڏيئي نيڻ نواڻيو پنهنجي تخليق
کي ڏسي رهي هئي. سوچيائين هن پريل جهان ۾ مان پنهنجو
پيٽ نٿي پاري سگهان، سو هن جو ڪٿان پاريندس ڪن ڪانپوهه
ماءُ جا آتم جذبا سندس خود غرض سوچن تي ڳرا پئجي ويا.

ٻريان پوليس جي سيٽيءَ سانت جو سيتو چيريو، ٻانو ۽
ٻيا هنڪي ٻڪ لڪ ڏسي رهيا هئا.

”ٻڌاءِ ڇا ٿي چئين؟“ ٻاني ڪنهن جاگيردار جيان
گجگوڙ ڪئي.

”هيءَ فٽ پاٿ سرڪار جو آهي، تنهنجو ته ڪونهي.“
بصران بي نيازيءَ سان چيو. هوءَ ڏاڍي ڪمزوري ۽ تڪليف
محسوس ڪري رهي هئي ما جبل جيان اٿل تي بيٺي جيتوليڪ
سندس سنڌ سنڌ پُري رهيو هو، ڪيڏي نه تڪليف سٺي هئائين
هن ٻار جي تخليق ڪندي، پوءِ ڪيئن پنهنجي تخليق کي
اڇلائي ڇڏي.

”سرڪار جو آهي ته وڃي سرڪار کان وٺ“ اهو چئي
ٻاني ٻانهن کان ڇڪي ڌڪو ڏنس ته اڇلجي وڃي رستي تي ڪري
ڏامر جي ڪاري رستي تي، هن جو بيمار وجود ڄڻ ڦٽڪي اٿيو،
سندس ڌيءَ جيڪا ٻانهن ۾ ٻليءَ جيان رائون رائون ڪري رهي
هئي، بصران جو مٿو ڄڻ ڦري ويو ٿاٻڙجندي اٿي، ڌٻٽس کي
هنج ۾ کنيائين ڪنڌ ڪئي ڏٺائين سيڪو رڙهندو پنهنجي جاءِ
تي پي ويو، بس ٻانو اڏول ٿيو بيٺو هو ۽ هنڪي گهوري رهيو
هو. اونداهه رات ۾ هو ڌيءَ کي ڪئي نڪري آئي، سيءَ جون
لهرون هنجي وجود مان سيسڙاٽ ڪري لنگهي رهيون هيون.
هن اداس نظر فٽ پاٿ تي وڌي سپ ائين وينا هئا ڄڻ ڪجهه

تيو ئي ڪونہ هو، هن فٽ پاٿ تي هن زندگيءَ جا ڪيترا سال
گهاريا هئا ۽ اڄ ڇڻ هڪ ڊڪٽيٽر جي حڪم تي جلاوطن ٿي
رهي هئي فقط هڪ گناهہ ڪاڻ، جيڪو هن ڏور ۾ هر ماڻهو
ڪري ٿو پر پوڪي ڪوئي ڪوئي ٿو.

اهي گناهہ جڏهين گهر جي مقدس چار ديواريءَ ۾ ٿيندا
آهن تڏهين شرافت ۽ عزت جو پردو رکڻ لاءِ انهن دٻائي ڇڏبا
آهن جو ٻاهر ٻاڦ بہ نہ نڪرندي آهي، اهي گناهہ رنڊيءَ جي
گهر ۾ جنم وٺندا آهن تہ هو هنکي سانڍي وڏو ڪندي آهي
جو هو هن هٿ ٺوڪئي معاشري کان ٻڇي نٿي، شايد معاشرو
هن کان انهيءَ ڪري ٻڇي ٿو جو معاشري جي ٺيڪيدارن جي
اکين ۾ اکيون وجهي ڏسي سگهي ٿي. ليڪن اهو ساڳيو گناهہ
جڏهين فٽ پاٿ تي جنم وٺندو آهي تڏهين گناهہ جسماني ۽ روحاني
عذاب ٿي پوندو آهي- اڄ اهو جسماني ۽ روحاني عذاب بصران
پوکي رهي هئي. اهو سڀڪجهہ هن من ئي ۾ سوچيو هو

هوءَ قبر مان اٿيل انهيءَ لاش جيان هئي جنهن جو چم
ماڪوڙا پٽي کائي رکيو هڏ وڃي ڇڏيندا آهن. هن جو دماغ
پوانٽيون کائڻ لڳو، ميونسپالٽيءَ جو بلب سورج جيان ٻرڻ لڳو،
هو ڪيڏانهن ٻي وئي، کائي ڇاڻ ڪانہ هيس، ڪنيون ڏوندڻ
گهٽيون ٽپي، هو بندر روڊ تي اچي بيٺي جيڪو موت جيان
چپ چاپ هو، ڪيڏيءَ مهل ڪا موٽر زوزاٽ سان هن جي اکيان
لنگهيو ٿي وئي. سوچيائين: ”ڪاش ڇاڻ هجيم هن جو ٻيءَ
ڪير آهي؟“

بندر روڊ جو ويڪرو رستو ٽپندي هوءَ ڇرڪي پئي پوليس وارو
هن کي ڇتائي ڏسي رهيو هو، هن اچرج وچان هن جي هنج
۾ رت هاڻو ٻار ڏٺو، نرڙ تي گهنڊ وجهي چيائين:

”ڪيڏانهن پئي وڃين؟“

هوءَ چپ.

”پکي آهين؟“

هوءَ چپ.

”هيءَ رت هاڻو ٻار ڪنهن جو آ؟“

"منهنجو-" هوءَ ٻڏڪي.

"ڪوڙ ٿي ڳالهائي. هيءَ تازو چانول ٻار آ." ٻئي وچ ۾ ڳالهايو.

"ٻه ڪلاڪ اڳ مون هنکي جنم ڏنو آهي" هن ورائي ڏنو.

پوليس وارن کي ڇرڪ ڀڪتو ٿي پيو.

"پوءِ ته ڌ آهين نه؟" هڪ اچرج وچان پڇيو.

"ٻار ڄڻ واري پوءِ ٿيندي آهي ڇا؟" هن ٺوڪ ڪئي.

ٻئي پوليس وارا شڪي ٿي پيا.

"حرامي ٻار آهي؟" هڪ سوال ڪيو.

"مان ۽ هن جو پيءُ حرامي آهيون. هيءَ حلالي آهي" نئين وجود کي ڏنل گار هن کان برداشت نه ٿي. هن پنهنجي کي پڪ ٿي وئي ته ٻار حرامي آهي.

"پرائيويٽ آهين؟" هڪ سوال ڪيو.

هن سوچيو جواب ڏيان. ليڪن هوءَ خاموش رهي.

"نه فقيرياڻي آهي." ٻئي هن جا ڇيهون ٿيل ڪپڙا ڏسي چيو ۽ هوءَ هنن ٻنهي جي اکرن ۾ پيڙهجي رهي. هٿي ۽ هنن کي ڇڻ تماشو هٿ آيو هو.

"مون کي وڃڻ ڏيو" هوءَ ٻڏڪي.

"هڪڙي شرط تي" پنهنجي فرض جا ڪپڙا لاهي هو ڇڻ کان پل ۾ ننگا ٿي پيا.

"مان بيمار آهيان." هن جي ٿڌڙائي کي سڃاڻندي ٻصران حقارت سان هنن ٻنهي کي ڏٺو ۽ پيٽ تي ٽڪ ائين اچلايائين ڇڻ اها ٽڪ سموري سنسار کي هڻي رهي هجي ۽ هوءَ اڳتي وڌي وئي. جبل جيان اٽل پئي محسوس ٿي، ڀاڙيندي اڳتي وڌي آئي. پر تنهن پل ٻصران پاڻکي پرندو محسوس ڪيو هو.

سيءَ جي سرد لهرن کان هن جي ڏيءَ اوچن سرن ۾ روئڻ لڳي. انهيءَ روئڻ ۾ ٻصران جو وجود ٻڏندو ويو. هن پتڪڙي وجود جي تخليق لاءِ هن کي ڪيڏو ايذاءُ سهڻو پيو هو. هن جون ننڍڙون ڏکي رهيون هيون. هنجو دماغ ڦري رهيو

هو، سندس دل تيزيءَ سان ڌڙڪي رهي هئي، هنکي ائين لڳو
ڄڻ هوءَ اتي ڊهي پوندي، ڪنهن پراڻي عمارت جيان.
سندس ڏيءَ جو روئڻ ويران روڊ تي گونجڻ لڳو، الائي
ڇو ائين روئڻ سان هوءَ عيسجي وئي، هلندي هلندي هن جا
پير ڏڪڻ لڳا هئا، ڊينس هال وٽ فٽ پاٿ تي هوءَ ساڻي ٿي
ڪري پئي، اڪيون بوتڻ مهل هن ڏيڻس جي هانو ڏاريندڙ دانهن
ٻڌي جيڪا سانت ۾ پڙاڏو بڻجي گونجي اٿي.
سج اپري آڪاس تي جرڪڻ لڳو هو، هن اکيون کوليون،
هوءَ ڊينس هال جي فٽ پاٿ تي پئي هئي، ساڻي ساڻي- هن آڏو
۾ ٿي آنا پيا هئا، پر اهو وجود ڪونه هو، جنهن لاءِ هن رات
اکٽ سفر ڪيو هو. هن جو ننڍڙ سنڌ ساڻو ٿي پيو هو، پس
فٽ پاٿ تي لال لال لهوءَ جا داغ هئا، جيڪي سورج جي ڪرڻن
۾ وڏيڪ جرڪي رهيا هئا.
ماڳ ڏانهن ويندڙ راهه جي اڌ تي ٿي لتجي ويندڙ مسافر
جي احساس وانگر، هوءَ بي ڄڻ پاڻکي لتجندو محسوس ڪري
رهي هئي. سهڪندي پٽ جو سهارو وٺي اُٿي بيٺي، ڏڪندڙ
پير اڳتي وڌايائين، تڏهين سندس نظر ڪابي گهٽيءَ جي فٽ پاٿ
تي پيل گند جي ڍير تي پار جي لاش تي پئي جنهن کي ڪتا
سونگهي رهيا هئا ۽ واتهڙو ائين ڏسي تي اڳتي وڌيا ڄڻ اهي
زور جا تماشا هجن. هن گهري نظر لاش تي وڌي ۽ پنهنجي
پراڻي فٽ پاٿ ڏانهن موٽي وئي.

# شريف زادي

پيڙيل شهر ۾ اڪيلائپ جو ڏنڀائيندڙ احساس، بدن ۾ پکڙجي
آيل انيڪ ننڍڙين ننڍڙين اڻپورين خواهشن جو زهر،
رڳ رڳ ۾ سمايل اڪيلائپ جي گهٽ، اکين ۾ چڀندڙ ڪاري
پاڻيءَ جو ذائقو، پاڻ اندر ڪاري پاڻيءَ جو نيرو سمنڊ ٻرجي
آيو هجي. اهڙي سمي اهي سڀ پيڙائون جيڪي زمانن کان من
جي ڪنهن سنسان ڪنڊ ۾ دفن هيون، هينئر سندس ئي جنازو
ڪلهن تي کنيو آڏو اچي بيٺيون آهن.

”جيجي! ڇا ٿيو؟“ سندس ڪارين ٽڪل ٽڪل اکين ۾
لڙڪن جون قطارون ڏسي زيبوءَ جا زور ڏيندڙ هٿ رڪجي ويا
پر هوءَ ماٺ، موت جي تنها احساس جيان. اکيون پينگهي جي
گهوڙيءَ ۾ لڳل آرسيءَ تي اٽڪيل، چهري تي جوانيءَ جا
پڇاڙڪا پساهه. ڪارن وارن ۾ پکڙيل چانديءَ جون انيڪ تارون،
پڙڪيل بي ڊولو بدن. اکين ۾ پنهنجي ئي وجود جو آسيب
سمايل. تنهن پر پنهنجين گهٽيل خواهشن کان گهٻرائجي اکيون
ٻوري ڇڏيون اٿس.

”جيجي! چاڪ ته آهيو؟“ وراڻيءَ ۾ ٽڏو شوڪارو. جيڪو

انڪي پيو اٿس بند ڇپن ۾.

”زيبوا“، ڪن ڪان پوءِ بند ڇپن جو پڙڪو.

”جي سائين؟“

”سگريٽ آندو اٿئي؟“

”هائو سائين! پيندؤ؟“

”ـــــ هوءِ ماڻ.“

سگريٽ دکايو اٿس سائين لاءِ ۽ سائين جي ڪل ٺوٽ ڇپن ۾ انڪيل سستو سگريٽ. بدن جي پاتال تائين پکڙجي آيو اٿس سگريٽ جو اڇو دونهون. اڪيلائپ جي گهٽ.

”سائين! اڄ ته ڪاروءَ به ڏسي ورتو.“

”پوءِ؟“ پڙ ڪان ڇرڪ.

”چوڻ لڳو، ڇا ڪندي آهين سگريٽن ڪي؟“

”تو ڇا چيو؟“ اکين ۾ راز ڪلڻ جي پوَ جا پاڇولا.

”چيم، آئون سگريٽ پيئندي آهيان.“ بنهي جي هاڪڙي ڪلَ ڇپن ڪنڌرن ۾ تنها سڏ جو پڙلاءُ.

”زيبو!“ اهوئي بند ڇپن جو پڙڪو.

”جي سائين.“

”توکي ڪارو وڻندو آهي“ ڏاڍو گهرو سوال پر بظاهر رواجي.

”پنهنجا ورَ ڪنهن کي ڪونه وڻندا سائين؟“

”توکي پائيندو آهي؟“ ساڳي گهرائپ سوال ۾.

”سائين! هو ته چوندو آهي ته پل به مون کان پري نه ٿي.“ ڏاڍي مانَ سان ڏنل جواب ۽ من جي اندر ۾ نڙيءَ ڪان هيٺ ڇپن گرم گرم رت لهي آيو هجي. بدن جي پاتال تائين پکڙجي آيل سگريٽن جو دونهون، هڪ ڏکهو سوٽو، سوچن جو سلسلو. اڻپورين خواهشن جو زهر. تڏهن من ني هري آيو اٿس هڪ سانورو چهرو، جيڪو بند دروازي جي سير مان ليئو پائي ڏسندي هئي.

هڪ ڏينهن ڏرتتيءَ مهل بند دروازي جي سير مان هن ڪٽس ليئا پائيندي پڪڙي ورتو هو.

”ڇا ٿي ڏسين؟“ پنو ڪان هن جو ساهه ڇڪي ويو.
”ڇا ٿي ڏسين؟- جان!“ هن جي هيسيل وجود جي چوڏاري ٻانهون ڦڪيڙيندي ڇيائين. هن جي دل سيني مان نڪري اچي رت جي هر ڦڙي ۾ ڌڙڪڻ لڳي. پيار جو ايڏو اتبر جيڏو ڦهلاءُ هن جي رڳ رڳ ۾ سمائجي آيو هو. تڏهن زيبوءَ ڪنهن ڪي ايندو ڏسي ڪنگهڪار ڪئي هئي ۽ هوءَ ٻانهن جي گهيري مان نڪري اچي پنهنجي ڪمري ۾ لڪي هئي.
ننڍي هوندي کان احمد جي نانءَ ٽيل هئي. گهڻو اڳ سچ لڳي، ويلا ۾ سندس چاچيءَ ڪٿس جهامل ڪندي ڪاڙهي پوتي ٻارائي پاڪرڻ ۾ پريندي چيو هو ”منهنجي احمد جي ننڍڙي ڪنوار.“ ۽ اهي لفظ زمانن کان سندس ڪنن ۾ گونجي رهيا هئا. تڏهن کان احمد لاءِ انيڪ خوبصورت سپنا ڏٺا هئائين.
پوءِ سندس خوابن کي تعبير ائين مليو جو زيبوءَ جي پهري ۾ اونداهين راتين جو ڇت تي ڊگهيون ملاقاتون، خوشبو وارا ڊگها خط، ٻانهن جو اتبر جيڏو ڦهلاءُ تيستائين جو احمد جيڪو پڙهڻ سانگي ولن حيدرآباد ۾ اچي رهيو هو، وري موٽي اچڻ جو واعدو ڪري ولائت هليو ويو. تڏهن هو هيڏي پريل بنگلي ۾ اڪيلي رهجي وئي. جڻ مڪليءَ جي مقبرن ۾ پٽڪندڙ ڪو تنها بدروح. رنگ هٽيڊو پٽچي ويو هٿس. اندر ئي اندر بدن جي پاتال ۾ احمد جي ٻانهن جو مضبوط وڪڙ ڪنن ۾ سُر ڀاٽ ”نيٺ ته تون منهنجي ڪنوار ٿينديئن جان! شرمائين ڇو ٿي؟“ ۽ رت جي هر ڦڙي ۾ اڻڄاتو ڀاري بوجهه سمائجي آيو هٿس. ٻي مهيني ئي پاڻ سمجهي وئي تڏهن جڻ چري ٿي پئي. ٻئي هٿ ڪنن تي رکي جا ريهه ڪندي هئي ته ڌرتيءَ کان آڪاش تائين پڙلاءُ ٻڌجي گونجندي هئي.
ماڻس جون تکيون اکيون سڀڪجهه سمجهي ويون هيون. بيهوش ٿي پئي هئي، اکين آڏو اونداهه پکڙجي وئي هيس. اهو سوچي ته ماڻس جن جيڪي ايڏا غيرت وارا آهن- جيڪر خبر پوين ته ڪٿس آفت ماري ڇڏين. پٽس جيڪو هيڏي عزت وارو

آهي.... سندس ماءُ نپوڙي ڇڏي، پر تن ڏينهن هو سڀ گهر ۾ نہ هئا.

پاڻس جن نيون گاڏيون ڪنيو شهر جي ڇوورين سميت حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ پيا ڊوڙندا هئا. پٽس ڳوٺ ۾ اڃا تازو هڪڙي مهائي بي نڪاحي ويهاري هئي؛ سو ڏينهن جا ڏينهن ڳوٺ هوندؤ هو. هڪڙي ماڻس هئي جيڪا سارو ڏينهن چرين وانگر پٺي سندس پيٽ گهوريندي هئي ۽ هوءَ هئي جا ڪمرو بند ڪيو سارو سارو ڏينهن پينگهي ۾ اونڌو ڪنڌ ڪيو پئي هوندي هئي.

پوءِ نيٺ ماڻس زيبوءَ کي موڪلي شهر سان ڊاڪٽرياڻي گهرائي- جڏهن هن جي بدن جي پاتال ۾ لڪل بوجهہ گهٽجي ويو، تڏهن ماڻس ٻہ هزار ۽ سوني منڊي ڏئي ڊاڪٽرياڻيءَ جو وات بند ڪري ڇڏيو هو. پر هوءَ تہ ڪي ڏينهن سڪل نوٽ اکين سان ڇت کي پئي گهوريندي هئي، هر احساس ڄڻ پنهنجو موت پاڻ مؤ پيو هو. تڏهن آمالڪ من تي سٽ ڏئي هري ايندو هئس، رت ۽ گوشت جو ننڍڙو ڳاڙهو ٽڪر، جيڪو زيبوءَ ڪموڊ ۾ هاري فليش هلائي ڇڏيو هو پاڻيءَ جي هڪڙي تکي لهر آئي ۽ گوشت ۽ رت جي ان ڳاڙهي ٽڪرکي ڌرتيءَ جي پاتال ڏانهن ڇڪي وئي.

پر ڳاڙهي رت ۽ گوشت جو اهو بيجان ٽڪر هن جي من ۾ ڪنڊڪنڊ جي ٻوٽي جيان چڀندو رهيو. تڏهن هن کي پنهنجي بدن تي اهو ڳاڙهي رت ۽ گوشت جو ٽڪر سرندو محسوس ٿيندو هو. ننڍڙيون ٽڪڙيون ٻانهون هن جي سموري بدن کي ويڙهي ويندڀون هيون ۽ پوءِ اندران من جي پاتال سان ڏانهن نڪرندي هئس، جيڪا سموري ڪائنات کي ويڙهي ويندي هئي، پٽس ڊاڪٽر اچي گڏ ڪيا ”مستريا ائس، شادي ڪرايوس“ ڊاڪٽرن فتوا ڏني پٽس مچرجي پيو ”اسان جي نياڻي لاءِ چون ٿا تہ شادي ڪرايوس..... دوزخي“- ڊاڪٽرن کي گاريون ڏئي ڪيڍيائين تڏهن هن جون ڏانهون ويتر وڌي ويون.

پنهنجن گهٽيل احساسن کان گهبرائجي احمد کي خط

لکيو هئائين، جيڪو زيبو سٽڻ جي ور ۾ هٿي پوسٽ ڪري
ڏني هئي. وراڻيءَ ۾ انيڪ ڏينهن کان پوءِ احمد جو خط آيو
تہ سهي، پر پڻس جي نالي: ”آئون فردوس کي وڏن جي ڪيل
فيصلن کان آزاد ڪيان ٿو، جو مون ۾ همت شادي ڪري
ڇڏي آهي“. احمد جي خط تہ ڇڻ ڪو ممڻ مچائي ڇڏيو هو،
پاڻس جن تہ مرڳو ٽڪيٽ وٺيو ولايت ٿي ويا، احمد جو خون
ڪرڻ (جڻ همت ۾ سنڌ جيان ماڻهو مارڻ ڪو سولو هو)، پر
پڻس عقل وارو هو، عزت جو معاملو هو. غيرت وارا هڪ پيرو
جت پلاند الڪائيندا آهن اتي نپائيندا بہ آهن ۽ اها ڳالهہ ڪا
ايڏي وڏي بہ تہ نہ هئي. ۽ ونيون تہ اسان سنڌي مڙدن جو
شان آهن سو احمد کي لکي موڪليائين ”جيتريون گهٽيون ونيون
۽ ٻنيون اوترو مرد جو شان، پر لکڻي جا ليکا ڏاهبا ڪونہ آهن،
جت پلاند الڪائبو اُت نپائبو- اهو اسان جي راڄ جو شان
آهي، سو فردوس جيستائين جيتري هوندي تولاءِ ويٺي هوندي“.
پر احمد ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو ۽ جڏهن راڄ ۾ ڳالهہ پکڙي
تہ هن بہ ٻڌي ۽ من جون بلند عبادتگاهون پل اپل ۾ ڊهي پيون.
ڪٿس هڪ واڙ وري رت ۽ گوشت جو اهو بيجان ڳاڙهو ٽڪر
ياد اچڻ لڳو، جيڪو اونداهہ ۾ ڪٿس پنهنجي بدن تي سرندو
محسوس ٿيندو هو، انيڪ خط احمد جي نالي لکيائين. زيبو جن
کي سٽڻ جي ور ۾ هٿي پوسٽ ڪري ايندي هئي، پر هن پار
ڪيڏي مات، ڪابہ وراڻي نہ، ڪوبہ لفظ ڪوبہ خط نہ. هوءَ
اندر ئي اندر پڙندي رهي واريءَ جي وڪريل زرڙن جيان.

رت جي هر ڦڙي ۾ زندگيءَ جو زهر پکڙجي ويو اٿس،
جوانيءَ جي ٻڏندڙ سج جو شديد احساس، اڪيلائپ جي گهٽ
زيبوءَ پوتيءَ جي پلاند مان هڪ بيو سگريٽ ڇوڙي دکائي ڏنو
اٿس. سڪل ٺوٺ چپن ۾ اٽڪيل سگريٽ، ٻہ ٽي لاڳيتا دکها
سوٽا سيني مان اٿيندڙ هلڪڙي کنگهہ جو پڙلاءُ، دل تي چوٽس،
انسانن جي وستيءَ مان منهن واهہ ڪري ڪيڏانهن نڪري
وڃي، پر زهريليون سوچون دماغ جي هر ڪنڊ ۾ پکڙجي
آيون اٿس.

”زيبو!“ بند چپن جو پڙڏو.
”جي سائين؟“
”آئون جيڪر مري پوان ته-؟“
”اوهان جا دشمن مرن، سائين!“
”نه، آئون پڇي ويندس.“ هلڪڙي ڪل.
”ڪو ٻڌي نه وٺي!“ پڇو ڪان چرڪ، ڪنهن جي ٻڌي وٺڻ جو ڊپ.
”-تو ڀانيو ته آئون سچ پچ پڇي ويندس ڇا؟“ زوردار ٽهڪ، ڇڙ ساهه، جي ڪنگهه جو پڙلاءُ، وراڻيءَ ۾ زيبوءَ جو به هلڪڙو ٽهڪ.
”آئون پڇي وڃان نه مرڳو ڪُهي ڇڏينم.“ ٽهڪ، پر ٽهڪ ۾ اها ساڳي کوکلاڻپ، جنهن تي سڏڪي جو گمان. اکين ۾ خوابن جا جنازا سمائجي آيا اٿس. من ۾ ٻڌس ۽ پاڻس جن جو ڊپ، جن جون غيرتون ۽ عزتون صليب جيان سندس ڪلهي تي ٽنگيل آهن، تنهن پر بند اکين ۾ تري آيون اٿس انيڪ ماروئيون.
سليم، جيڪو برقعي جي ڪاري نقاب مان ريشمي گهنڊيءَ جي هڪ زيورن جي دڪان تي ڏٺو هئائين، زيبوءَ سان گڏ هن جي بيحد ويجهو زيور ڏسندي الائي ڇو هن جي دل ڌڙڪڻ لڳي هئي.
”اوهان نقاب نه کڻو.“ منڊيون ڏيکاريندي هن فردوس جي ڪن ۾ سرگوشي ڪئي. نقاب جي اندر هن جو چهرو پل اڀل لاءِ ڳاڙهو ٿي ويو- ۽ جڏهن هن منڊي آڱر ۾ پائي ٿي ڏٺي تڏهن اماالڪ هن سندس هٿ پڪڙي ورتو.
”ايڏن نازڪ هٿن ۾ ايڏي بيدرديءَ سان منڊي نه پايو.“ هوءَ هن جي هٿن مان پنهنجا هٿ ڇڏائي نه سگهي، هو ڪٿس ديسي فلمن جو هيرو محسوس ٿيو هو، جنهن سان ڪنهن زماني ۾ ڪٿس عشق ٿي پيو هو، جنهن جا فلمي اخبارن ۽ رسالن مان ڪٽيل ڏيڍ سوَ کن فوٽا هئا سندس ڪبٽ ۾ رکيل.
منڊي وٺي جڏهن هو دڪان مان نڪتيون ٿي، تڏهن

فردوس جي ڪنن ۾ سرٻاٽ ڪيو هئائين، ”وري اچجؤ، مان اوهان جو انتظار ڪندس.“ – ۽ پوءِ سڄي واٽ هو ۽ زيبو هن جون ڳالهيون ڪنديون رهيون هيون، اها سڄي رات ڪنهن ننڊ نه آئي، ان رات ڪنهن نه احمد جو سانورو چهرو ياد آيو نه ئي گوشت ۽ رت جو اهو ڳاڙهو ٽڪر ڪنهن پنهنجي بدن تي سرندو محسوس ٿيو. سندس اکين آڏو اهو چهرو گهمندو رهيو جنهن منڊي پارائيندي سندس هٿ پڪڙي چيو هو، ”اوهان جا هٿ ڪيڏا نه نازڪ آهن، چمڻ تي ٿي دل چوي.“ اها سڄي رات هوءَ اونداهه ۾ پنهنجا اهي خوبصورت هٿ گهوريندي رهي هئي، جن تي اڃا تائين ڪنهن سليم جي هٿن جو چهاءُ محسوس ٿي رهيو هو.

ڪنهن ٻئي ڏينهن ئي اها منڊي آڱر ۾ سوڙهي محسوس ٿيڻ لڳي، ماڻس کي چوڻ لڳي، ”منڊي سوڙهي ٿي پئي اٿم، پانيان نه متائي اچان.“

۽ پوءِ شام جي اداس ويلا ۾ جڏهن هوءَ چهري تي نقاب ڍاري زيبوءَ سان گڏ دڪان ۾ گهڙي، تڏهن هو چڻ ڏڙي پيو. زيبو سندس چوڻ تي دروٽ ئي ٻيهي رهي ۽ هوءَ اڪيلي اڳتي وڌي آئي. هن جي بيحد ويجهو برقعي جي ڪاري نقاب ۾ لڪل سندس چهرو گهوريندي هو مرڪي پيو.

”مون کي پڪ هئي ته تون اينديئن.“

”ڇو؟“ ڪيترا سوال انهيءَ هڪ ڇو ۾ سمايل ها.

”مون تنهنجو انتظار پئي ڪيو.“ هن جو هٿ پڪڙي هن ڏاڍي ويساهه سان چيو. تڏهن هن جي دل سيني مان نڪري اچي پاڻهي پيرن ۾ ڌڙڪڻ لڳي، پر بظاهر ڏيکاءُ لاءِ هن جي هٿ مان هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي، جيتوڻيڪ سندس دل ڪيڏي شدت سان پئي چاهيو ته هو ائين ئي سندس هٿ جهليو بيٺي رهي ۽ زندگي ان لمحي ساڪت ٿي وڃي، پر هو انهيءَ معاملي ۾ ڏاڍو تجربيڪار هو ۽ هن اتي ان دڪان ۾ انيڪ ڇوڪريون ڦاسايون هيون. هو شريفزادين جي اندر ۾ لڪل انيڪ ننڍڙين اڻپورين خواهشن کان اڻڄاڻ نه هو. هو پاڻ انهن

خواهش جي تڪميل ڪندو هو، سو هن جو هٿ بيحد مضبوطيءَ سان جهليو بيٺو رهيو.

”تنهنجا هٿ چمڻ تي ٿي دل چوي.“ هن سرٻاٽ ڪيو هو ۽ اُئين شرمائجي ويئي ڄڻ پهريون ڀيرو اهي لفظ ٻڌا هجنس، نه ته احمد ته سندس سڄو وجود چميو هو. احمد کان اڳ، سندس اسڪول جي ڪلارڪ به ته سندس چپ چميا هئا، پر هوءَ شرمائجي ويئي ڪنهن نوڪلي ڪنوار جيان.

”مندي سوڙهي اٿم، سا مٽائڻ آئي آهيان.“

”پهرين نقاب ته کڻو.“ هن فردوس جو نقاب کڻڻ چاهيو، پر هو ڏپ کان ڇرڪي پئي.

”نـه، ڪوئي ڏسي وٺندو.“

”هڪ جهلڪ ته ڏسڻ ڏيو.“ هـن هيٺ ٿيل نقاب مان ليٿو پاتي فردوس جو چهرو ڏٺو. هن جي دل سيني مان نڪري اچي پيرن ۾ ڌڙڪڻ لڳي.

”ڪيڏي حسين آهين، دل ٿي چوي تنهنجو چهرو به چمي ڇڏجي.“ هن جي آواز ۾ الائي ڇا هو، جو فردوس کي پنهنجو پاڻ پگهرندو پئي محسوس ٿيو.

مندي سوڙهي ته ڪانه هيس، پر ماڻس کي ڏيکارڻ لاءِ ڪٿس مندي به مٽائڻي پئي. تڏهن دڪان ۾ ٻيا گراهڪ اچي ويا جنهن جي ڪري ڪٿس موٽڻو پيو.

موٽڻ ۾ واٽ تي زيبوءَ کي هوءَ هوريان اهي سڀ ڳالهيون ٻڌائيندي رهي، جيڪي سليم هن سان ڪيون هيون.

۽ پوءِ اتي به ٿيالي‌ءَ جو ڪم زيبوءَ ڏنـو. خوشبودار ڍڳها روماني خط (جيڪي اردو شعرن مان ڀريل هوندا هئا) ڀرت ڀريل ريشمي رومال. ملڻ لاءِ نيا نيا ۽ ملاقـاتون، جيڪي گهڻو ڪري سليم جي دڪان جي اندرين ڪوٺيءَ ۾ يا سندس دوستن جي گهرن ۾ ٿينديون هيون. گهران ساهيڙين جو بهانو ڪري نڪرندي هئي، ڪڏهن ميلاد شريف، ڪڏهن درزي، ڪڏهن

دعوت جو بهانو، ماڻس ابوجهه، پاڻ ته پلي احمد جو ڏنل
دک کهنجي وڃي. پوءِ برقعو پائي زيبوءَ سان نڪرندي هئي.
ٻه ٻه موٽرون در تي بيٺل هيون، ڪو به فاصلو نه هو سنڌس ۽ سليم
جي وچ ۾.

هڪ ڏينهن سليم جي ڪلهي تي مٿو رکندي چيائين
”مون سان شادي ڪندين؟“ ۽ هو ڇرڪي پيو،

”تنهنجا مائٽ وڏا ماڻهو آهن فردوس، مون کي تنهنجو
سنگ ڪڏهن به ڪونه ڏيندا“ بهانو ڪيائين.

”پاڻ لڪي شادي ڪنداسون.“ هن جي ڳالهه پڌي سليم
جو منهن هيٺيو ٿيجي ويو. هن ڪنهن به ڇوڪريءَ سان شادي
ڪانه ڪئي هئي. هن جي پنهنجي هڪ زال هئي، بيحد خوبصورت
۽ هن کي بيحد پياري، سنڌس به پٽ ٻه هئا فردوس. ۽ پيون
انيڪ هن جي زندگيءَ ۾ آيون ۽ هليون ويون، هو هڪ تجربيڪار
رانديگر هو.

”پنهنجي شادي جائز ڪانهي.“

”ڪوڙ نه چوين.“

”سچي، قرآن ۽ حديث ڪولي ڏس.“ هن قرآن ۽ حديث
جو ڪوڙو حوالو ڏنو. فردوس مان جند ڇڏائڻ لاءِ ۽ هوءَ چپ
تي وٺي. موت جي تنها احساس جيان اهاماٺ هن جي من ۾
دور دور تائين زهر جيان پکڙجي وئي. ٻئي پيري انيڪ ڏينهن دک
پڇڻ کان پوءِ زيبوءَ سان اوچتو وڃي سليم جي دڪان ۾ پهتي
سليم ڪونه هو، هڪ ٻيو ننڍي عمر جو ڇوڪرو ويٺو هو. هن
جي پڇڻ تي چوڻ لڳو ”ادا سکر هليو ويو آهي، هاڻ اتي ئي
رهندو، جو هاڻ هو سکر وارو دڪان سنڀاليندو.“ ان هڪ لمحي
۾ سنڌس من جون ڪچيون پڪيون عبادتگاهون ڊهي پيون.

هوءَ پريل شهر ۾ اڪيلائپ جو ڏنڃائيندڙ احساس ڪئي
گهر موٽي آئي. ڪئين هڪوار وري هسٽريا جا دورا پوڻ لڳا.
ڊاڪٽرن فتوا ڏني ”شادي ڪرايوس“. پٽس مڃرجي پيو، اها
به ڪا ٿيڻي هئي. هن کي پڇاڙڪن پساهن تائين احمد جو انتظار

ڪرڻو هو، جيڪو هن ڪرڻ نٿي چاهيو.
ڪارين ٽڪل ٽڪل اکين ۾ هڪ لڙڪ ته چاهيندي به لڙي آيو اٿس. هڪ پيو سگريٽ ٻن آڱرين جي وچ ۾ اٽڪيل. ڏکيو سوڙهو، آرسيءَ ۾ سندس ڇهري جو عڪس، جيڪو انيڪ ڇپن جي ڇهاءَ ڪاڻ ڪومائل. اندر ٻاهر اڪيلائپ جو احساس. پرٿي پڪلي شهر ۾ موت جي احساس جهڙي اڪيلائپ، انيڪ ساروٽيون، رت جي هر ڦڙي ۾ سمايل ڪيترا ڇهرا، ٻانهنڻ جو ڦهلاءُ، ڇپن جو ڇهاءُ، ڪلهن مٿي زندگيءَ جو صليب.
نڌڙين نڌڙين اڻپورين خواهشن جو هجوم، بدن جي پاتال تائين پکڙجي آيل زهر زندگيءَ جو.
”زيبو!“ بند ڇپن جو پڙڪو.
”جي سائين؟“
”پاڻي—“ آچ ڪندا بڻجي نڙيءَ ۾ ڦٿي ڇيس، پاڻيءَ جا لاڳيتا ٻه ٽي ڍڪ، ٽڏو شوڪارو، ٽڪجي اکيون پوري ڇڏيون اٿس.
”زيبو!“ اوچتو ڪجهه ياد اچي ويو اٿس.
”جي سائين؟“
”تون فيملي پلاننگ واري اسپتال ويئين؟“
”ها سائين وئي هيس.“
”گوريون مليون؟“ ڪجهه هبڪندي پڇيو اٿس.
”ها سائين! پنهنجي نالي تي وٺي آئي آهيان، ڏاڍي مشڪل سان مليون اٿم.“ پلاند مان فيملي پلاننگ جي گورين جو پاڪيٽ ڇوڙي ڏنو اٿس سائينءَ کي.
”سائين! ڊاڪٽرياڻي چوڻ لڳي ته جيترا ڏينهن اهي گوريون کائيندين اوترا ڏينهن خير هوندو.“ پنهي جي هلڪڙي کل، پر هن جي کل ڇڻ تنها سڏ جو پڙلاءُ، پاڻيءَ سان گوري نڙيءَ کان هيٺ لاٿي اٿس، ڇڻ زندگيءَ جو زهر نڙيءَ ماءُ هيٺ

لاٿو هجيس. پل آيل لاه ڪٿس گوشت ۽ رت جو اهو ڳاڙهو ٽڪر پنهنجي ڪومايل بدن تي سرندو محسوس ٿيو آهي جيڪو گهڻو اڳ، زيبوءَ باٿ روم جي ڪموڊ ۾ وجهي، فلش هلائي

ڇڏيو هو. گورين جو پيڪيٽ ويهاڻي هيٺ رکي ڇڏيائين، ويهاڻي هيٺ رکيل خط ڪڍي زيبوءَ کي ڏنائين ”مي جميل کي ڏئي اچجانءِ، ڇنڇر آئون ميانجي شام جو ايندس.“ زيبو هلي وئي خط کڻي، هوءَ اڪيلي موت جي احساس جيان، پينگهي جي تکي لوڏ، سگريٽ جا ڏکيا سوٽا، ازل جو عذاب رت جي هر ڦڙي ۾ سمائجي آيو اٿس. ڏکيو سانس کڻي اکيون پوري ڇڏيائين.

# سرحدون ۽ فاصلا

رنگل سنيما جي سامهون شانتي منزل کي جڏهن به ڏسندو هوس، تڏهن هڪ املهه تصوير اکين آڏو اچي ويندي هئي. ننڍپڻ ۾ مان ۽ ٻيا هاسٽل جا ڇوڪرا شانتي منزل ويندا هئاسون. شانتي ڏاڏي جي وسيع لائبريري ۾ مان املهه ڪتاب کڻي ايندا هئاسون. پوءِ شانتي ڏاڏي انهن ڪتابن بابت ڏاڍيون آڇيون ڳالهيون ڪندو هو. چوندو هو انسانيت دين ڌرم آهي، سنڌ ڌرتي ماءُ آهي ۽ ڀٽائي مرشد! اسان ڀي هر ڪنهن آڏو سندس اهي قول ورجائيندا هئاسون. اسان کي سدائين چوندو هو جيڪر شادي ڪندؤ ته ڪنهن ونڊيا سان ڪجؤ. سندس چوڻي هئي ته ونڊيا سان رات گذارڻ ۾ آهو لطف ڪونهي، جيڪو لطف ۽ راحت غلاظت جي گندين نالين سان عورت جي موتيءَ جهڙي تقدس کي ڪڍي گهر جي چار ديواريءَ جي حفاظت ۾ آڻڻ ۾ آهي. اسان جا ڪچا ذهن انهن ڳالهين کي پوري ريت سمجهي نه سگهندا هئا ۽ سماج جي ڍنهيل ڍڪيل اصولن جي ائين خلاف ورزيءَ تي عجب ٿيندو هو. پر انهن سڀني ڳالهين هوندي به شانتي ڏاڏي جي شخصيت ۽ سندس قولن تي شڪ نه ڪري سگهندا هئاسون. ڪيترا ڀيرا اسان کيس نيپئر روڊ ۾ ڏٺو، مٿس ڪيس هليو هو ته هو ڇڪلي جون رنون ورغلائي ڀڄائي ٿو. رنن جي دلالن مٿس ڪيترا ڀيرا ڪيس به ڪيا ته هو سندن زالن کي ڪانئن بغاوت تي آماده ڪري اغوا ٿو ڪري، پر تڏهن خبر پئي ته آهي سڀئي رنون گهرن جي

چار ديواريءَ ۾ عزت جي زندگي گهاري رهيون آهن. مائهن ۾ شانتي ڏان لاءِ ڪيڏي نه عزت وڌي وئي هئي.

شانتي ڏان ڏينهن جي سوجهري ۾ به انهن انسانن سان ملندو هو، جن ڪي انسان تڙي ڪيندا آهن ۽ رات جو دلين ۾ جايون ڏيندا آهن. پوءِ اسان ڏلو نه چڱن مائهن ڪان سواءِ پيا به ڪيترا ئي نيچ ڏنڌي وارا دلال ۽ ڪسبيائيون وتن اينديون هيون. سيني کي آئي کيڪاريندو هو.

هڪ دفعو مون چيو هو. "سائين! اوهان جهڙو بلند انسان ايڏن ذليل مائهن سان ملڻ ڪيئن ٿو پسند ڪري!" تڏهن ڏاڍي غور سان مون کي ڏسي چيائين، "نه، سان بلند آهيان، نه مي ذليل آهن. اسان فقط انسان آهيون. عنن جي چهري تي غلاظت مڙهڻ جا ذميوار اسان ئي آهيون ۽ هاڻ انهن جا مک ڌوئڻ اسان جو فرض آهي. هيءَ سڀ اسان جي ماحول جي غلط ڳالهين جي پيداوار آهن. ڪوبه انسان چائيءَ کان ذلو يا ونشيا ناهي."

شانتي ڏان جي شخصيت عجيب قسم جي هئي. ڏکهو سنهو، وار وڏا ۽ سفيد پهراڻ ۽ پاجامي منجهه هو هڪ اٿاهه سمنڊ وانگر لڳندو هو، جنهن جي مٿاڇري تي مٽ واسو ڪيل هجي. پر اندر اٿين پيو چلي جن ڪني طوفان پيا پلجن. ڳالهائيندو هو ته محسوس ٿيندو هو ڪو ماڻهو نه پيو ڳالهائي. پر سندس اندر مان مٺي ۽ ٿڌي پاڻيءَ جا چشما پيا ڦٽن. چڱن ۽ مٺن کي اٿين سيني سان لائيندو هو، جن اهي پڻ سندس بدن جا حصا هئا. هو ڪچن ذهنن سان ڏکيون ڪچهريون ڪندو هو ۽ پڻ پاسي اهي انسان نڪي ظاهري طور سماج جي بيڪار عضون مثل هئا، تن جي وڌ ڪئي ۽ سنوارڻ ۾ رڌل رهندو هو.

ورهاڱي جا فساد شروع ٿيا. هندو هندوستان وڃي رهيا. مسلمان پاڪستان اچي رهيا هئا. پڻم ته شانتي ڏان وڃي رهيو آهي. پڇيوسين ته آهاڪو ئي چيائين، "سنڌ جي حد مان نڪرندي مان مري پوندس، اهو ياد رکجو". جن سنڌ ۾ هن

جو ساھ ھو. ڪراچي اھي مسلمانن وسائي. هن جي خلاف
نفرت پکڙبي وئي. شانتي منزل تي پٿر وساڻا ويا. انهي ڏينهن،
شام جو شانتي ڏان هليو ويو. وڃڻ ويل سندس هٿ ۾ صرف
شاھ جو رسالو هو. اسين ڏاڍا رنا هئاسون. هن کي ويندو ڏسي
ڪيترا ماڻهو رنا هئا. انهن ۾ آهي عورتون به هيون، جيڪي
هن جي آسانکي تي تقدس جي زندگي گهاري رهيون هيون.
ڪجھ ڏينهن کان پوء خبر پئي ته ڳاڏيءِ ۾ ويندي، جڏهن
کوکرا پار کان سرحد ٽپيو ته سندس جسم ۾ ساھ نہ ھو.
ورهاڱو ٿي ويو. جسم هن پار هليو ويو ۽ روح سنڌ جي ٿي
ريگستانن ۾ رهجي ويو. اهو شانتي ڏان جو انجام هو. پر هن
ويندي مهل اهو به چيو هو ته 'مان جنهن مذهب جو خادم
آهيان، سو دنيا جي ذري ذري ۾ ڦهليل آهي. خدمت لاء ڌرتي
ساري پئي آهي ۽ جڳائي به اٿين ٿو- پر ماتا جي هنج ۾ ڏاڍي
ڇڪ آهي. منهنجي گهڻن يائرن کي اها چاڻ نتي پوي ۽ نفرت
جي آڌار تي ماڻهو ماڻهوءَ کان ڌار پيو ٿئي. پر اصل برائي
آهي پرئير جي اڻ هوند- جت پيار آهي آت زندگي آهي. ڪوبہ
مذھب پيار جي پرچار جي خلاف ناهي. ان لاء ڪنهن کي ڏوھ
ڏيان– پنهنجن کي يا پراون کي– سڀ نيڪ آهي، پر ڌرتي
ماتا کان ڌار ٿيڻ ڏاڍو اوکو آهي."

ويندي مهل شانتي ڏان، پنهنجي شانتي منزل انهن چئن
زالن جي حوالي ڪئي، جيڪي غليظ پيشي کي ڇڏڻ کانپوء
بي سهاريون هيون. هاڻ شانتي منزل انهن جي هئي.

ڪيترا سارا ڏينهن اسان دوست گڏجي شانتي ڏان کي
ياد ڪندا هئاسون. اڄ به جڏهن ريگل سئنيما جي سامهون شانتي
منزل کي ڏسندو آهيان. شانتي ڏان جي املھ تصوير اکڙين آڏو
ڦري ايندي اٿم. فرق ايترو آهي حو وڏي لوهي دروازي وٽ
سنگ مرمر جي ڪتبي تان شانتي ڏان جو نالو ڪنهن کرڙي
ڊاهي ڇڏيو آهي. شانتي منزل جا لفظ آهن، جيڪي وقت جي
دز ۾ جهڪا پئجي ويا آهن.

انهي ڳالھ کي ورهيہ گذري ويا. تنهن ڏينهن ڪراچيءَ

جي رستن تي ٽاڻا جهلي رهيو هئس، جو اوچتو گل محمد سومرو ملي ويو. ننڍپڻ کان وٺي ڪاليج تائين گڏ پڙهيا هئاسون. سومرو هڪ وڏيري جو پٽ هو، انهي ڪري اڳتي نه پڙهيائين ۽ ڳوٺ هليو ويو. هو به اسان سان گڏ شانتي منزل هلندو هو، پر ڪيس شانتي ڏاڻ جون اوچيون ڳالهيون سمجهه ۾ نه ايندڙيون هيون. هو شانتي ڏاڻ کي سدائين چريو سمجهندو هو. پر اج هن هنگامن جي شهر ۾ جت هر انسان اڪيلو پيو ٽاڻا کائيندو آهي، جنهن وٽ اوچو بنگلو مرسيڊيز ڪار پيريل ڪيسو ۽ پير ۾ سهڻي ڇوڪري نه هوندي آهي، ڪو وڇڙيل ساٿي ملي وڃي ته خوشيءَ وچان انسان ٽپا ڏيڻ لڳندو آهي. ڏاڍا ياڪر پائي مليو. پنهنجي مرسيڊيز ڪار ۾ ويهاريندي ڏاڍي فخر سان مون کي ڏنائين. ڪوڙي مرڪ چپن تي تري آيس. ريگل سئنيما جي سامهون لنگهندي پڇيائين، ”شانتي منزل ويندو آهين؟“

”شانتي ڏاڻ ڪونهي تہ مان شانتي منزل ۾ ڇا وڃي ڪيان ها؟“

”شانتي ڏاڻ جون يادون تازيون ڪرڻ لاءِ“ هو طنز وچان ڪليو.

مون به کلي ڏنو، پوءِ چيم، ”مون کي ماضيءَ جا ڪنڊر ڦاورڻ ۾ مزو نہ ايندو آهي، جو فقط دز ۽ ڌوڙ نڪرندي آهي.“

چيائين، ”پر جي هاڻ شانتي ڏاڻ جا ڪنڊر ڪوئين تہ رنگينيون ملندئي.“

سومري جي ڳالهه سمجهي نہ سگهيس. هو ورائي ڪار شانتي منزل آڏو وٺي آيو. ڪار مان لهندي چيائين، ”لهو.“

”ڪيڏانهن؟“ اچرج وچان پڇيم.

”شانتي منزل ۾ وٺيو ٿو هلئين.“ ورائي ڏنائين.

الائي ڇو دل تہ گهري، ”مان ٽيويهن سالن کان هت نہ آيو آهيان.“

”اج ڪٿي هل.“ سومري زور پريو. هن جي زور ڀرڻ تي لهي پيس. سومرو گهر جي مالڪ جيان ڪارو لوهي دروازو کولي اندر گهڙيو. الائي ڇو اندر گهڙندي اداس ٿي پيس. اسان هڪ

سهڻي سينگاريل ڪمري ۾ اچي ويناسون، نوڪر سومري آڏو وڇائڻجيو ٿي ويا.

چيم ”ڪٿي هي گهر خريد ته نه ڪيو اٿئي.“

”اٿين ئي ڪٿي سمجهه.“ هو شود پاڻيءَ سان هڪ اک پٺي ڪاڻ لڳو. ڪاڻ تڏهن بند ڪيائين، جڏهن هڪ وڏي عمر جي عورت غرارو سنڀاليندي پان چٻاڙيندي اندر گهڙي ۽ سومري کي چيائين، ”ڏاڍي راهه ڏيکاريئي.“ وراڻيءَ ۾ سومري ٻڌايس ته مان ڪير آهيان ۽ کلي چيائين ”نئون آهي.“ جواب ۾ پوڙهيءَ ٻه هڪ آواره ٽهڪ ڏنو پان جو رنگ واڇن کي ڳاڙهو ڪري ويو ۽ هڪوچ تي چڙهي ويهي رهي.

”ناز بيگم ڪو مال هال هوندو؟“ هو ڏند ڪڍي کليو مان چرڪ پريو. ناز بيگم جو ٽهڪ اندر ساڙي ويو. پاندان ريڙهي آڏو رکيائين، سومري کي پان ڏنائين ۽ پيو مون ڏي وڌايائين. چيم ”مان کاڻ ڪونه.“ اچرج وچان وراڻي ڏنئين، ”ڪمال آهي پان ته اڄ جي تهذيب جو اهم جز آهي.“

چيم، ”مان ڪنهن تهذيب جو غلام نه آهيان.“

”سومرو شروع ۾ ايندو هو ته ڪونه کائيندو هو هاڻ سڀ ڏينهن پيو کائيندو آهي“ ناز بيگم چيو.

تڏهن چيم ”سنڌ جو هر وڏو ماڻهو چلڪندڙ تهذيب جو غلام آهي ۽ ڪي خر مغز پنهنجي اصل تهذيب جي مقبري جا مجاور آهن.“

سومري ترڙ تي گهنڊ وجهي منهنجي منهن ۾ نهاريو. شايد ڪيس منهنجو ڳالهائڻ نه وڻيو ۽ ناز بيگم کي چيائين، ”پلا ڪو مال پال آهي.“

”هت ڪپي پيا....“ ناز بيگم ٽهڪ ڏئي ڇيو.

هڪ ڇوڪري آئي ڇڻ ڇڻ ڪندي پٽ وٽ ويهي رهي، منهنجي نظر پٽ تي ان هنڌ وڃي ڪتي جت اڳ شانتي ڏان جي تصوير ٽنڪيل هئي. اجرڪ ڪلهن تي هٿن ۾ شاهه جو رسالو هئس. ساڳي گنيپرتا ۽ خاموش وسيع سمنڊ جهڙي شخصيت اکين آڏو ڦري ويئي، انهيءَ ساڳئي ڪمري ۾ غلاظت

سان آيل مرد ۽ عورتون نئون جنم وٺنديون هيون. ۽ رهاڻ ساڳئي هنڌ هڪ رات لاءِ دلين جا سودا ٿي رهيا آهن. هوئن هاڻ اسان جي هن عظيم شهر ۾ تمام وڏا وڏا ڪارخانا کلي ويا آهن، جن ۾ مزدور پنهنجي جسم کي پگهر ۾ بدلي ان مان پيٽ قوت حاصل ڪن ٿا ۽ ٻئي پاسي انيڪ بنگلن ۾ انيڪ جسم اطلس ۽ ڪميخواب ۾ ويڙهيل رات جي اونده ۾ جرڪن ٿا ۽ جرڪي جرڪي اُجهامي وڃن ٿا. ڀورئين اهي ڏياليون ڪن خاص هنڌن تي هونديون هيون ۽ هاڻ محلي محلي ۾ مشعلون ٻرڻ ٿيون – اُجهامڻ ٿيون – اونداهي روشني! سومري کيسي مان نوٽ ڪڍي ناز بيگم ڏي وڌايا.

اسان شانتي منزل مان ٻاهر نڪري آياسون. چوري رشو ۾ اسان ساڻ هئي ڏاڍا اچا اچا ٽهڪ ڏئي رهي هئي. هن جا وار هلندڙ گاڏيءَ ۾ واءَ تي اڏامي ٻئي ٽڏهن سون پاڻ کي شدت سان چريٽ محسوس ڪيو هو، سومرو فاتح جيان مون ڏي ڏسي رهيو هو، سوچيم ته سنڌ جا وڏا ماڻهو هڪ رات لاءِ عورت کي خريد ڪري پاڻ کي فاتح سمجهندا آهن. پر هو پنهنجو پاڻ کي به فتح نه ڪري سگهيا آهن. هو سومري سان ڏاڍي بي تڪلف ٿي رهي هئي، ۽ سان پوئين سيٽ تي پوڪن جيان ٽڪي رهيو هئس، مون پاڻ کي، سومري کي يا رشوءَ کي اهو ڪتو محسوس ڪيو هو، جيڪو هر ڪنهن غلاظت تي لوس لوس ڪندو آهي. مون کي اهي عورتون ياد اچي ويون، جن کي شانتي ڊان وٺيا مان عورت جو درجو ڏنو ۽ رمتي تي هلندي هاندي مون سومري کان پڇيو، ”هڪ ڳالهه ته ٻڌائي. شانتي ڊان جن زالن کي شانتي منزل ڏيئي ويو هو سي ته مون ڪونه ڏٺيون.“

”اڃا تائين بالغ ته ”ٿيو آهين،“ سومري چيو، ”اهي ڪڏهوڪيون ٽڙجي نڪتيون سيٽلمنٽ وارن هندو جائداد هٿ ڪري، شانتي منزل هڪ مسلمان گهراڻي کي الاٽ ڪئي، جنهن انهن رنن کي ڌڪا ڏيئي ٻاهر ڪڍيو. پوءِ شانتي منزل ڪيترن هٿن مان گهمندي ڦرندي هاڻ ناز بيگم جي آهي.“

”انهن زالن جو چا ٿيو جيڪي شانتي منزل ۾ رهنديون هيون.“

”چا ٿيندو. هر ڪو ماڻهو پنهنجي اصليت ڏانهن موٽندو آهي، وچي پنهنجي ولڄ واپار ڪي لڳيون هونديون.“ سومرو ٿوري دير ماٺ رهيو. ”پر چڏ انهيءَ ڳالهه کي. هي معشوق ڪيئن آهي. شانتي ڏان وارن ڪان ته پلو ماڻهو آهي. ماضيءَ کان حال بهتر آهي ۽ مستقبل ته بهترين اٿئي.“

اڪثين موڙ تي مون گاڏي روڪائي ۽ رستي جي روشن ماحول ۾ لهي ويس ۽ اٿين لڳم ڇڻ روشني اکين ۾ چيي پئي.

# Come Back Africa

سج جا پڇاڙڪا ڪرڻا ديوارن تي لڙي آيا هئا.

۽ پوءِ ٽيو اٿين هو، جو ڌرتي هن جي پيرن هيٺ رقص ڪرڻ لڳي هئي

شيدي بادشاهه هميشا
جيڏانهن ٻير
ٽيڏانهن خير

ساهه پرجي آيو هئس ۽ ڪپ ماڻ پرٻل پير ٽپي ٽاءو تي ويا هئس. ڇهري جو دانگي ۽ جهڙو ڪارو رنگ پگهر جا ڦڙا ٻڄي وهندو ٿي ويو، ميري ۽ ڦاٽل قميص جي ڪالرن تائين. ٿلها ۽ ڪارا چپ هيٺ هيٺ ڏندن هيٺ پيڙجي ويا هئس ۽ ننڍڙين ننڍڙين سرخ اکين ۾ جڻ ڪنهن تازو تازو رت هاري ڇڏيو هجيس. دهل جي تال تي ويو ٿي سندس ناچ تيز ٿيندو.

اڄ نه نچان ڪڏهين نچان
اڄ نه نچان ڪڏهين نچان
اڄ نه نچان ڪڏهين نچان

روپئي روپئي جا نوٽ، اٺ اٺ آنا، سندس تيزيءَ سان نچندڙ پيرن ۾ وڃي ٿي ڪر ٿيندا ۽ ماڻهن جو هجوم هو، جيڪو چوڌاري اچي مڙيو هئس. جڻ سنڌ جي ڌرتيءَ تي آفريقا جي

ڌرتي رقص ڪندي هجي. هن نچندي نچنديءَ اکيون پوري ڇڏيون
هيون (اکيون- جن ۾ انسان خواب سجائيندو آهي) ۽ جڏهن
نچندي نچندي هن جا ڪپ مان پرديل پير بيهي رهيا هئا، تڏهين
جڻ ڪائنات جو هن پن ساڪت ٿي ويو هجي، جڻ تيزيءَ سان
ڦرندڙ ڌرتيءَ جو گولو بيهي رهيو هجي ۽ ماڻهن جون هوريان
هوريان ڌڙڪندڙ دليون خاموش ٿي ويون هجن. بس- انهيءَ لمحي
سڄ چپ چاپ الهي ويو هو ۽ ماڻهو پنهنجن پيرن جا
نشان ڪچي پٽ تي ڇڏي هليا ويا هئا. هو پٿر تي ويهي پيسا
ڳڻڻ لڳو. هڪ- ٻه- ٽي، پورا ويهه روپيا هئا "اڄ ته عيد ٿي وئي"
هن بي حد خوش ٿي من ئي من ۾ سوچيو هو ۽ 'پيچ پٽائيءَ'
جو نعرو هڻي دهل ڪلهي ۾ لٽڪائيندي ڪپ مان پربل بيڊولا
پير هوريان هوريان، پوءِ تڪڙا اڳتي وڌائڻ لڳو. ڇوڏاري
ڪاري دانگيءَ جهڙي رات جي ڪهور اونداهي ڦهلجڻ لڳي هئي.
هو جڏهين گهر واري کٽيءَ ۾ پهتو ته اونداهي اها
ته گهري ٿي وئي هئي. کٽي ۾ ٻرندڙ، سرڪاري بلب جي
هيٺ آڙي پاڙي جا ٽڪل جسم هٿي راند رهي رهيا هئا. سڄي
ڏينهن جا ڏک وندي ورچي رهيا هئا.
ته ٿي وکون اڳتي ڦاٿل کوٺ جي پوپان اهو دروازو هو،
جتان ڪالهه هن جي خوابن جا سوراخ لنگهندا هئا. دهل پٽ
تي رکي، هو مٿانس چڙهي ويهي رهيو.
"بادشاهه- ڏي خبر، اڄ ڪهڙي ڪمائي ٿي؟؟"
"بس- مولا جا ڪرم آهن" زندگيءَ جا سيئي ڏک هن
لاءِ مولا جا ڪرم هئا. سيئي سک به مولا جا ڪرم هئا.
"اڄ ته خوش ٿو ڏسجين!" ڪموءَ اک پيچي سندس
من- پاتال تائين رسڻ چاهيو هو- پر هو دکي ٿيوڙي ڪڏهين هو.
زندگي لاڪاس آفريقا جو مست ناچ هئي. دهل جا تڪا سر هئي.
جيتوڻيڪ ڪائنات جا سورا دک مٿس ئي نازل ٿيا هئا سورا
دک هن نچندڙ پيرن هيٺ دفنائي ڇڏيا هئا.
"بادشاهه- اڄ ته هٿ جي صفائي ڏيکار" ملوڪ سندس
ٻيان پٽن ڏانهن چڪائڻ چاهيو پر سندس سورو ڌيان ڦاٿل کوٺ

جي ھوبان لڪل، اڪيل دروازي ۾ ھو، جتان ڪان ھن جي خوابن جا سمورا ڪسڻ شروع ٿي ٿيا.

”راند رھندين؟“ ھو سڀ ھن ڪي ڪھيڙي وٺي رھيا. ھڪ ھتي ت اڄ ھو ڪيترا پيري موليو ھوندو. جڏھين ٻ ڪيسا خالي ھوندا ھئس تڏھين ھو لوڪ مٿي، آڌيءَ مھل موٽندو ھو ۽ جڏھين ڪيسا ڀريل ھوندا ھئس تڏھين سويل ساجھر. سنجھي مان ئي موٽندو ھو. اڄ جو ھو سوير پرو موٽيو ھو سو ھڪ ت ڪيسا ڀريل ھوندس.

”ن يار- آئون ڪريب ماڻھو آھيان- مون کي بخش ڪريو“ ھن ٻئي ھٿ ڪٺي ھنن اڳيان ٻڌا ھئا پر ھو چڏڻ وارا ٻ ت ڪون ھئا- وراڻي ويا ھئس، ”اڙي ڇرھٽ! ڪھڙي خبر اڄ قسمت تو تي مھربان ھجي“ قسمت ھن تي ڪڏھين ٻ مھربان ڪان رھي ھئي پر ھوءَ ٻ ھو ھروار قسمت جي چڪر ۾ اچي ويندو ھو پر قسمت جي ديوار ھو ڪڏھين ب اڪري ڪون سگھيو ھو-

”ن يار- مون کي ٻپ تو ٺئي“

”اڙي چيو-ن ن، ت اڄ قسمت مٿي مھربان ٿي ڏسجي- اڄ وارو ڪر“

موٽ ۾ ھن قميص ھيٺ ٻيل صدريءَ مان ڏڪندڙ ھٿن سان ويھ روپيا ڪڍي انھن ڪٺي ھٽ تي رکيا جڻ سيني مان دل ڪڍي رکندو ھجي- (دل جنھن ۾ انسان ھزارين خواب سجائيندو آھي) دمل ڏانڻ لڳي ھو ھٽ تي اچي ويٺو-

-؟ پوءِ ھو ڪٽندو رھيو

ڪھڙيءَ ۾ ٻ ڪتا چوڙيل ھڏن تي چٽا ٿي وڙھڻ لڳا- راند رھندي رھندي ھن جا ھٿ ٻيھي رھيا- ھانو تي ھنھنجو تنديڻ ھري آيو ھئس- ماڻيءَ جي ھڪڙي ڪيي لاھ، انھن چٽن ڪتن وانگر وڙھندي وڙھندي عمر گذري ھئس- ماڻيءَ جو ڪيو سدائين سندس حصي ۾ ت اچي سگھيو-

ھن ڦيري ھو مسلسل ھارائيندو رھيو ھو- باقي رويو بچيو ھئس

قاتل ڪوڻ جي هن پار هوءَ بيٺي هئي. چنڊ جهڙو چهرو
بادشاه جو رنگ ڪارانجي ويو هو. روپيو هٿ ۾ پڪڙيو، هو
هن کي ڏسندو رهيو، ٽڪ ٽڪ ٻڌيو.

باقي روپيو بچيو هئس. کهٽ ۾ کهٽ انهيءَ روپئي جي
عيوض، ماڻهيءَ لکر ته وٺي سگهندو. هوءَ ته هن جي وس ۾
ڪانه هئي. ڪيترا پيرا هن ملوڪ ۽ ڪموءَ اکيان هٿ ٻڌي
آزيون ڪيون، هيون، 'يار، بس، پنجن منٽن لاءِ، مون کي وٽس
وٺي هلو'.

هو ٺهڪ ڏئي کلي پوندا هئا. 'يار بادشاه! ڇا ڪجي.
تون ٿي پيو آهين شيدي ماڻهو، جوي ٿي ته بادشاه اينده ته
آئون التيون ڪري. ڪري بيمار ٿي پوندس'، بادشاه جي دل
اهيو ٻڌي، مٽيءَ جي ڪچن کهرن سان پيرندي ويندي هئي
'يار، پوءِ آئون اڇو رنگ پيلا ڪپڙا آڻيان. شيدي ته مون کي
قدرت ڪيو آهي. منهنجو وس ڇجي ها ته آئون انگريزن جهڙو
چمان ها' اٿين چوندي چوندي لڙڪ هو نڙيءَ ۾ شوهر
جي ڪنڌن سان کهٽي ڇڏيندو هو پر هن سان ٻه ٽي پل گهارڻ
جي خواهش هو کهٽي ڪونه سگهيو. اڇوڪي جنا ۾ ڪمو
ڪٽيو هو. اڇو. اجرو ڪير جهڙو ڪمو. هو وڃلن کي هڪڙي
اک پڇي اٿيو "چگوا. بارو. باري. صبح جو ڪڍباسون"

"ڪموا. اڄ ته مون لاءِ چٽي ڏيجئين" هن اداس ٿي
ڪموءَ اکيان هٿ ٻڌا. ڪموءَ کي ويندو ڏسي دل لٽندي پاڻي
هيائين. هوءَ قاتل ڪوڻ سان چنڊ جهڙو چهرو ڪڍيو اڃان بيٺي
هئي. هڪ پل لاءِ به ته هن بادشاه ڏانهن نٿي نيهاريو. شڪست
جي احساس کان سندس رنگ ڪارانجي ويو هو.

ڪمو هليو ويو. ۽ دروازو بند ٿي ويو هو.

بادشاه جڏهين کان ڄائو هو، تڏهين کان ماڻس پٽس کي
ميرن جي غلامي ڪندي ڏٺو هيائين. سندس وڏا، آفريقا جي
اداس ڌرتيءَ تي ڦهليل ڏڪار کان گهبرائيجي وڪامجندي وڪامجندي
سنڌ ۾ دولت مند ميرن. پيرن ۽ سيدن وٽ اچي وڪاڻا هئا.

هو ميرن جي حصي ۾ آيا هئا. آن جي هڪ مڪڙي ڳوڻ جي عيوض هو سڄي پيڙهين تائين لاءِ غلام بڻجي ويا هئا. هن پنهنجي پيءُ کي ميرن جي حويلي ۽ اوطاق ۾، ڪلهن تي ٻانهيءَ جا پربل ڏيا، ڪٿي دلا مٽ پريندي ڏٺو هو. زندگيءَ جي پڇاڙڪن لمحن ۾، پٽس جا ڪلها نمي آيا هئا. بادشاه ڪري اڄ به پٽس

جي ڪلهن تي پيل نيل ياد هئا. جنهن رات هن موت واري دڳ تي پير ڌريو هو، انهيءَ رات مائس وڏي مير صاحب جي ڳاڙهي ڪٽ تي، مير صاحب جي اومي لڱن هيٺ سهڪندي رهي هئي. پٽس انجاڻ ته ڪونه هو پر غلاميءَ جي اهيائي ريت هئي. هو جڏهين ڪان وڪاڻا هئا، تڏهين ڪان اهيا ريت نڀائيندا ٿي آيا. عاليشان حويلين جي لوهي دروازن تي ڪتن وانگر ٻڌجي ويهي رهيا هئا. هنن جون عورتون ٿانو ٻهاري ڪان وٺي، پنهنجن مضبوط ڪارن جسمن جي ڪري، حويلين ۾ بندن ميرياڻين جي جنسي خواهش جي تڪميل تائين ٻڌي ويون هيون. جڏهين هو دهل جي تال تي مست ٿي آفريقا جو ناچ نچنديون هيون تڏهين ڏسڻ وارن جا لڱ ڪانڊارجي ويندا هئا. هنن جا مضبوط ڪارا جسم سياري جي سرد راتين ۾ گرم ۽ اونهاري جي گرم راتين ۾ نهائين گرم ٿي ويندا هئا. هنن جا مرد جيڪي جانورن وانگر ڏويا ويندا هئا. دهل ڪچهريءَ ۾ وڄهي نچايا ويندا هئا. رات جو مالڪن جا بسترا گرم ڪندا هئا.

مٽ پيڙهيون پوريون ٿي ويون پر غلاميءَ جو ڳٽ ڪچهريءَ مان نڪري نه سگهيو. هنن جون عورتون اڄ به پنهنجين اداس مالڪياڻين جي جنسي خواهشن جي تڪميل هيون. هنن جي سورن ڪناهن ۾ هڪ جيتريون شريڪ. هنن جي شاندار ڪارنامن حون رازدار. مرد اڄ به ڪاڻيات ڪان ڀاڙي بوجهه ڍوئيندا هئا. مالڪن کي وندرائڻ لاءِ، دهل ڪچهريءَ ۾ وڄهي آفريقا جو مست ناچ نچندا هئا (پوءِ اندر ۾ ڪيترائي دک ڇو نه سمايل هجن). مالڪن جي بي رنگ جسمن ۾ رنگ پريندا هئا.

جنهن رات پٽس موت واري دڳ تي پير ڌريو هو

انهيءَ رات هن تيزيءَ سان ڌڙڪندڙ دل سان پٽس کي هوريان
هوريان مرندو ڏٺو هو. تڏهين هو ٻارهن سالن جو هو. هن پٽس
کي رت ٽڪي ٽڪي مرندو ڏٺو هو. انهيءَ رات هو اٿين ڪنگهندو
رهيو هو جڻ ساهه جون نسون ٽٽنديون هجنس. کنگهه نڙيءَ ۾
گهٽيندي، بادشاهه کي پڪاريو هئائين
"منهنجا با۔ د۔ شا۔ ه۔ ه۔ ه"

بادشاهه، جيڪو ڪنڊ ۾ هيٺيون ويٺو هو، سو رڙهي منڊس
ويجهو اچي ويٺو.

"توُن۔ ايڏو۔ ڇو۔ ٿو۔ کنگهين۔ مون۔ کي۔ ڊپ۔ ٿو۔ ٿيئي۔
با۔ بابا!" بادشاهه جون اکيون ڀريل آيون هيون ۽ پٽس جو وات
رت سان ڀرجي ويو هو، ڳاڙهو رت پٽ تي ٽڪيندي
چيائين "آئون۔ ڇاٽي۔ واٽي۔ ٿوروئي۔ ٿو۔ کنگهان۔ بادشاهه!" هو
کنگهه ۾ ٻڏي ويو هو.

"بادشاهه!۔ گريب ماڻهو۔ کنگهندي۔ کنگهندي۔ مري۔ ويندا
اٿئي" هو سڄي رات ٻرندڙ ٻڻ بتيءَ سمان ٻل۔ پل اجهامندو
رهيو.

ٻه ٽيءَ ڪلاڪ اڳي هو مري ويو هو، پٽ تي رت
جا انيڪ نشان ڇڏي. جوڻس جڏهين مير صاحب جي ڳاڙهي کٽ
تان لهي ٽڪل ٽڪل وکون کڻندي آئي، تڏهن هن جو بيجان
جسم هو، جيڪو ٽڏي پٽ تي چپ چاپ پيو هو، بنا ڪنهن احتجاج
جي. ڪنڊ ۾ ويٺل بادشاهه، پٽ تي پيل رت جا نشان ڳڻي
رهيو هو. سج اڀرڻ تي هن کي شيدين جي مقام ۾ دفنايو ويو.
ٻه ٽي اٿين جو بادشاهه سان ڳالهيون سمجهه لڳو هو ته شيدين
جو مقام ڌار ۽ ميرن جو مقام ڌار ڇو ٿيندو آهي. مرڻ کان
پوءِ به ذات۔پات، رنگ ۽ نسل جا فرق ڇو نٿا ڊهي سگهن.
ميرن جي مقام جي چوڌاري ڪوٽ ڇو آهي ۽ قبرون سڀ پڪيون
ڇو آهن. شيدين جي مقام جي چوڌاري ديوار ڇو ڪانهي ۽
قبرون سڀ ڪچيون ڇو آهن. شيدين جي ڪنهن به قبر تي
ڪو به نالو ڇو ڪونهي، رڳو ٺوڪر جا پٿر ڇو چوڌاري پکڙيا
پيا آهن. پٽس مري ويو، لاڪاس ورثي ۾ غلاميءَ جو ڳٽ

چڙهي ويو.
ماڻس هر رات. مير صاحب جي يا ميرياڻيءَ جي ڳاڙهي نهوار واري کٽ تي وڇي سمهندي هئي ۽ هو اڪيلو، ڪوٺڙيءَ ۾ پيو، غلاميءَ جي سنگهر جون ڪڙيون ڳڻيندو هو.
ڪنهن اهڙي ئي رات، هو غلاميءَ جون سموريون سنگهرون ڇني، ڀڄي ويو هو- پاڻ ئي پاڻ آزادي ماڻي هيائين. تڏهين هو پندرهن سالن جو هو ۽ سندس ڪلهن تي به اهڙا ئي نيل هئا جهڙا پٺس جي ڪلهن تي هئا. هن رت ٽڪي ٽڪي نتي مرڻ چاهيو. هن نٿي چاهيو ته زندگيءَ جي ڪنهن لمحي ۾ هن جي زال به ماڻس وانگر ڳاڙهي نهوار واري کٽ تي وڇي سمهي. سو هو ڀڄي آيو هو. پوءِ زندگي هن ڇتن ڪتن وانگر مانيءَ جي ٽڪري کپي لاءِ وڙهندي گذاري هئي. گند جي ڍڙي تان، لوڪ مٿي، پاروٺا پٽ، مانيون ۽ ميون جون کلون چونڊي پيٽ پريندو هو. گند جي ڍڙن تان پيٽ پريندڙ ڪتا، هن کي ڏاڍو هٿندو ڏسي هن جا ويري ٿي پيا هئا. هن کي ڏاڙهيندا هئا، آلرون ڪندا هئا پر هو ڪڏهين به ڪونه هارايو. هو غلام پيڙهيءَ جو پهريون باغي انسان هو.
مير صاحب هن جي ڳولها ۾ شڪاري ڪتن جهڙا غلام چڏيا هئا پر هن کي ته نڇاڻ زمين ڳڙڪائي وئي هئي يا آسمان جهٽي ورتو هو. بادشاهه زندگيءَ جي جنگ ۾ بنا ڪنهن هٿيار جي ڪامي پيو هو.
هڪ وار چور جي ڳولها ۾ ڊوڙندڙ ماڻهن هن کي پڪڙي ورتو هو ۽ هو جيل هليو ويو، بنا ڪنهن ڏوهه جي. هن جو ڪو به گهر ڪونه هو، هن جيل کي گهر سمجهي ورتو هو. هتي هن کي پيٽ ڀري دال ۽ واريءَ گڏيل ماني ملندي هئي. هن کي گند جي ڍڙي تان پيٽ ڀرڻ جو سامان ڪونه ڳولهڻو پوندو هو، ڪتن سان جنگ ڪانه ڪرڻي پوندي هئي. هن کي جيل سان ائين ئي پيار ٿي ويو هو جيئن ماڻهن کي گهر سان ٿيندو آهي. جڏهين هن جو پيار تمام وڌي ويو هو، تڏهين هڪ صبح هن کي جيل مان آزاد ڪيو ويو. جيل جي لوهي گيٽ تي

بيهي هو ائين سڏڪي سڏڪي رنو هو جڻ ٻنا ڪنهن ڏوهه جي
بي گهر ڪيو ويو هجي. جلاوطن ڪيو ويو هجي.

هڪ پيرو وري هو ڪند جا ڌڙا ڦولرڻ لڳو ۽ فوٽ پاٿ
تي سمهڻ لڳو هو. زندگيءَ جي انهن لمحن ۾ هن تي اهو
انڪشاف ٿيو هو ته هو ميرن جي حويليءَ ۾ ئي نه. ڪائنات
جي هرهڪ ڪنڊ ۾ قابل نفرت ۽ غلاميءَ جو نشان آهي. هن
جو رنگ ۽ روپ هن لاءِ شڪستن جو امڪان هئا. ٻڪ زهر
ٻڌجي هن جي نسن ۾ واسو ڪندي وئي. هڪ اونداهيءَ رات
جو، فوٽ پاٿ تي ستل هن جي جسم تان ڏاڍڙجي ڪوڏي مثانس
اچي ڪريو هو. ڪي پل ته ڪرڻ وارو ڏک پڇائيندو رهيو
پوءِ مثانس چڙهي ويو هو. ”پڙوا، ماءِ — گهر ڪونه اٿئي جو
وچ تي پيو آهين—“

گهر!— هن کي جيل ياد اچي ويو.

”گهر ئي ته ڪونه اٿم. نه ته سيءَ ۾ هت پيو هجان ها!“

ڪرڻ واري جا هٿ، بادشاه جي ڳچيءَ تان هٽي ويا.
هو پريان ايندڙ ميرانجهڙيءَ روشنيءَ ۾، بادشاه کي ڏسڻ جي
ڪوشش ڪرڻ لڳو.

”ڪير. آهين؟“ هن پيري هن جو آواز بي حد نرم هو

”ماڻهو. آهيان“ بادشاه اڃا ۾ هيسيل هو.

”شيدي آهين؟“ هن جي ڳالهه، ٿوهر جي ڪنڊي سمان
بادشاه جي من ۾ چڀي وئي هئي. دل چيو هيس ڪائنات سموري
جي ٻوٽ تي دانگي ملي چڙهي پوءِ هڪ هڪڙي کان پڇي
’شيدي آهين. شيدي. آهين؟‘ پر هن ڪاٻه ورندي ڪانه ڏني.

”شيدي آهين نه؟“ هن ٻيهر پڇيو

”هو—نءِ“ لفظ بادشاه جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا هئا.

”نالو ڇا اٿئي؟“

”بادشاه— ۽ — تون؟“ هاڻ بادشاه جو ڊپ ڪنهن قدر
لهي ويو هو.

”شيدي. بادشاه. همياشا. جيڏانهن پير. تيڏانهن خير“

هو لهڪ ڏئي زور زور سان ڪلڻ لڳو. بادشاهه هڪ ڀيرو ٻيهر پرڻ لڳو.

”منهنجو نالو ڪمو آهي- نه ڪمال آهي-“ بادشاهه پرين کان اينديءَ روشنيءَ ۾ ڏٺو، ڪموءَ جو رنگ اڇو- اجرو ڪير جهڙو هو ائين ڇو آهي. ڪو ماڻهو ڪارو ۽ بدصورت ڪو ماڻهو اڇو ۽ خوبصورت ڇو ٿيندو آهي. دنيا ۾ سڀ ماڻهو هڪ جهڙا ڇو ڪونه آهن. ڪموءَ جو اڇو اجرو رنگ ڏسي هو اداس ٿي ويو هو.

”گهر- ڇو ڪونه ٿو اٿي- پڇي آيو آهين؟“ بادشاهه جو ساهه نڙيءَ ۾ اچي اٽڪي پيو- هن تي ڇاڪيو نه هن جي باري ۾ ڪنهن کي ڪجهه خبر پوي.

”گهر- اٿم ئي ڪونه“ هو ڇڙوالي ٿي گمر ٿي ويل ٻار وانگر روئي پيو.

”اڙي- شيدي بادشاهه!- اڙي- پڙوا- مڙد ٿي ڪري روئين ٿو؟!“ ڪمو ائين ڪلس پرچائڻ لڳو ڄڻ ڄڳن جي سڃاڻپ هجيس-

”چڱو اچ. اڄ کان تون ۽ آئون يار-“ ڪمو هن جا لڙڪ اگهڻ لڳو

”اڙي- نه رو يار- بادشاهه!- بادشاهه به ڪي روئيندا آهن!“- ڪمو هن کي پاڻ سان گڏ انهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ وٺي آيو، جيڪا ڪمو جو گهر هئي

”هي اٿئي منهنجو تاج محل“ ڪموءَ تعارف ڪرائيندي ڪوٺڙيءَ سان بادشاهه جو تعارف ڪرايو. بادشاهه تاج محل پڙهيو ٿي ڪونه هو ڪڏهين ”تاج- محل!- اهو ڇا ٿيندو آهي“ ڪمو لهڪ ڏئي کلي پيو

”ڏس- جيئن تنهنجو نالو بادشاهه آهي، تيئن هن ڪوٺڙيءَ جو نالو تاج محل آهي-

هڪڙو بادشاهه هو، تو جهڙو نه پر سچ پچ جو بادشاهه، انهيءَ کي پنهنجي زال سان ايترو عشق هو جو جڏهين اها مري وئي تڏهين بادشاهه انهيءَ تي هڪڙو عاليشان مقبرو ٺهرايو

انهيءَ جو نالو تاج محل آهي“

”تو ڏٺو آهي، تاج محل؟“ بادشاهه اچرج مان پڇيو. ڪموءَ جي ڳل ڳاڙها ٿي ويا. چوڻ لڳو.

”پڌو هئم ته شيدي چريا ٿيندا آهن. اڄ پڪ ٿي وئي“ هن چئي بادشاهه کي گار ڏني ڪيڏي هئي. ڪجهه چئي ڪونه سگهيو پر رنگ ڪارانجهي ويو هئس.

”نا- بادشاهه!“ ڪموءَ هن کي اداس ٿيندو ڏسي چيو ”اسين غريب ماڻهو پاڻ تي بادشاهه ۽ پنهنجن پڪل ڳتل گهرن تي تاج محل جهڙا عاليشان نالا رکي ٿي خوش ٿي ويندا آهيون.“ بادشاهه ڏٺو، ڪمو ميڻ بتي ٻاريندي ٻاريندي، پاڻ ئي اجهامڻ لڳو هو.

”چڱو هاڻ تون هن کٽ تي سمهي رهه. صبح جو ملنداسون“ بادشاهه کنهن چنيدار ٻٽ وانگر جهول کٽ تي ليٽي پيو. کٽ چرڙاٽ ڪيو ۽ چپ ٿي وئي.

”ڏس. اهيو نه چنيجاتين ته ٻڪ لڳي آهي. اڙون پاڻ ڪلهه ڪران لنگهڻ آهيان“. هاڻ پلا بادشاهه هن کي ڪيئن اهيو ٻڌائي ها ته آءٌ ڪند جي ڏڙي تان پيٽ پري آيو آهيان. توکي به جي ٻڪ لڳي آهي ته ڪند جي ڪنهن ڏڙي تان پيٽ ڀري آ. پر هو چپ رهيو. ڪمو پٽ تي پرائي فراسي وڇائي سمهي پيو. ميڻ بتي ٻرندي رهي. بادشاهه جاڳندو رهيو. ميڻ بتي ٻرندي ٻرندي اجهامي به وئي پر هو جاڳندو رهيو.

ڪمو ڀريل ڪيسا ڪٽيندو هو. بادشاهه کي به اهڙو ڏاڍو سيڪارڻ چاهيائين پر ڀورنن ٿي پيري بادشاهه زري گهٽ پڪڙجي پيو هو. ڪموءَ سمجهي ورتو هو ته هو اهيو ڪم ڪري ڪونه سگهندو. عقل جي گهٽتائيءَ جي ڪري هو ڪو به اهڙو ڪم ڪري ڪونه سگهندو.

”توکي نچڻ ايندو آهي. بادشاهه؟“ بادشاهه جي هانو تي ماڻس جو پٽس جو نچندڙ جسم اکيان اچي ويو. هو ٿڪجي ٿي پيو. چئن ڪمو سندس ڪو گناهه پڪڙي ورتو هجي.

”نه. آءٌ ڪونه نچندس“. گهٻرائجي هن زري گهٽ رڙ

ڪٿي هئي.

"ڏس بادشاه. چهرو رهڻ لاءِ ڪجهه ته ڪرڻو آهي. بيک گهرڻ کان ڪيسو ڪٿي ڇڱو آهي پر توکان ته اهو ڪم به نٿو پڄي. منهنجي صلاح وٺ نچڻ ڳائڻ شروع ڪر. دهل توکي آءٌ وڄي ڏيندس. ڪلهه مون هڪڙو ماڻهو ڏٺو هو، تو وانگر شيدي هو. دهل ڳچيءَ ۾ وجهيو نچيو اي. ماڻهن ڦٽائي روپيو. اٺ آنا چار آنا پي گهوريا. تون به اهيو ڪم ڪر. بک ته ڪونه مرندين" بادشاه جون اکيون سرخ ٿي ويون هيون. لڱ ڪانڊارجي ويا هئس ۽ ڪارو رنگ وڌيڪ ڪارائجي ويو هئس "آءٌ. اهيو. ڪم. ڪونه. ڪندس" هن ڪي پنهنجي ابن ڏاڏن جي صدين جي غلاميءَ ياد اچي وئي هئي. آفريقا جو مست ناچ، جيڪو هن جا وڏا غلاميءَ جي ورثي مان ڪڍ ساندينندا رهيا هئا. هو ته غلاميءَ جي سنگهر ڇني آيو هو. هو پلا ڪيئن ٿي نچي سگهيو. 'اسان رڳو نچڻ لاءِ. ڳائڻين ڪئن ٿي ٿيهڻ لاءِ ۽ ٻاري بوجهه ڍوئڻ لاءِ آهيون ڇا.' هن اندرئين دل سان سوچيو هو.

"پڌ ڪمو. آئون بيک گهرندس. پر. نچندس ڪونه"

هن فيصلو ڏئي ڇڏيو. پيٽ پرڻ لاءِ هو گند جا ڍڳا ڦولريندو رهيو. ڪوڪيسا ڪتيندي ڏينهن گذاريندو رهيو. بادشاه، پيٽ پرڻ کان پوءِ ڪموءَ جي تاج محل ۾ پيو هوندو هو. ڪمو ڏنڌي تان موٽندو هو ته سج لٿي مهل گهٽيءَ ۾ لڳل بلب هيٺ وڃي ويهندو هو جتا لاءِ. جڏهين موٽندو هو تيسين تائين بادشاه سمهي رهندو هو.

هڪ ڀيرو، سج لٿي مهل ڪموءَ هن کي به جتا واري اڏي تي ويهاري ڇڏيو هو. اتي ڪموءَ ٻين سان هن جو تعارف ڪرايو هو "هي منهنجو يار آئو. بادشاه!" سوٽ ۾ سڀ ڳائڻ لڳا پنهنجن ٻي سرن آوازن ۾ "شيدي بادشاه همباشا. شيدي بادشاه همباشا" بادشاه جون اکيون ٻوسرڻ لڳيون. هو سڀ ته سڀ پر هن جا وار، رنگ ۽ نقش، پڪاري پڪاري چوندا هئا "هي. شيدي آهي. هي شيدي آهي".

هو چپ چاپ ويٺو رهيو ۽ هو سڀ ڇا ڪندا رهيا، ٻڌاڙي ۾ ملوڪ ڪٿيو هو، جنهن محل ۾ هو راند رهي رهيا هئا تنهن محل بادشاه جون سرخ سرخ اکيون ـ ـ ـ هون لٽڪيل قاتل ڳون مان ليٽا پائيندڙ چند جهڙي چهري تي وڃي اٽڪيون هيون۔ هو ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو۔ هن جي دل تيزيءَ سان ڌڙڪندي رهي۔ هن کي ڪمو ڪان پڌل تاج محل واري ڪهاڻي ياد اچي وئي.

”ڇا ٿو ڏسين بادشاه!“ عارب هن کي اک ٻڪي هئي۔ هو شڪي ٿي پيو، ڇڻ ڪا چوري ڪئي هجيس

”ڪهڙن وٽي ٿي توکي؟“ ڪموءَ ڏونڪ هڻندي پڇيو هئس۔ هو لال ڪنوار جيان شرمائجي ويو۔

”ـ ـ ڏي خبر بادشاه!“ سڀ هن کي چيڙڻ لڳا۔ هن جي دل ڌڙڪندي رهي۔

انهيءَ ڏينهن عارب جوا ۾ کٽيو هو ۽ بادشاه ڌڙڪندڙ دل سان ڏٺو هو ته هو ڪيسن ۾ ڪٽيل پيسا پري، در مان ليٽا پائيندڙ چهري ڏانهن وڌي ويو هو، ڪنهن فاتح سمان

۽ جڏهن عارب اندر گهڙيو هو، تڏهن در بند ٿي ويو ۽ هو سڀ اجهاٽل نظرن سان بند دروازي کي ڏسندا رهيا هئا.

ڪمو اٿيو ۽ ٽڪل ٽڪل وکون کڻندو گهر واپس وڃڻ لڳو۔ هو به چپ چاپ ڪموءَ جي پويان هلڻ لڳو۔ گهر پهچي ڪمو پٽ تي ڦان ٿي ڪري پيو، اٿين ڄڻ ڇوڙائي تي لڪجي ويو هجي۔ بادشاه به ماڙي ڪري کٽ تي ڪري پيو۔ کٽ چرڙاٽ ڪيو ۽ چپ ٿي وئي۔ انهيءَ رات هن سڀ ٻتي به ڪان ٻاري۔ اونداهي ۾ پيا رهيا۔ بادشاه محسوس ڪيو هو ته سڄي رات ڪمو پاسا ورائيندو رهيو هو۔ بادشاه کي به ننڊ ڪانه آئي هئي۔ اکين آڏو اهو چند چهرو ترندو رهيو هئس۔

ڪهڻ ڪنهن محل سنلس کٽ به چرڙاٽ ٿي ڪيو ۽۔ اڃان صبح ٿي ويو هو۔ ڪمو ٻاهر نڪري ويو هو ۽ هو کٽ تي

بي ڏينهن پيو رهيو- ڪمو موليو، تڏهين بہ بادشاهہ انهن ئي ڪٽ تي ٻي ڏينهن پيو هو- ڪمو پٽ تي ويهي پيسا ڳڻڻ لڳو-

”ڪمو!“ گهري سانت ۾ هن جو پاريءَ پاري آواز گونجيو هو

”هون!“ ڪمو پيسا ڳڻيندو رهيو-

”هڪڙي ڳالهہ پڇان؟“ ڳالهہ پڇڻ کان بہ اڳ بادشاهہ جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي

”رانوڪي ڇوڪري ڪير هئي؟“ ڪموءَ جو جواب ڏيڻ کان اڳ ئي هو پڇي ويٺو-

”پري- هئي“ ۽ بادشاهہ کي ننڍي هوندي پنهنجي ڪانَ ڏانهن آڪاڻين واري پري ياد اچي وئي-

”- ملوڪ ڇو ويو هو وٽس؟“

”جٺا جو ڪٽي هيائين“ ڪموءَ نوٽن کي ڏکي ڏيندي چيو

”تون بہ هن وٽ ويندو آهين؟“

”ها- جڏهين جٺا ڪٽندو آهيان- تڏهين“ هن اڏين ڇيو چڻ پڪ هجيس تہ اڄ هو ڪٽندو-

”ڇا وڃي ڪندو آهين؟“ بادشاهہ کٽ تان لهي پٽ تي ڪموءَ جي ويجهو اچي ويٺو-

”جيڪو ٻڌهين- ماڻهن وٽ وڃي ڪندو هو“- بادشاهہ من ئي من ۾ سراپجي ويو هو، ڪموءَ جي انهيءَ مذاق تي- پنهنجي تہ سدائين مائس جون راهون تڪيندو رهيو هو- پر هوءَ مير صاحب جو حڪم مڃي ڪري راتيون مير صاحب جي پير ۾ ڳاڙهي نهوار واري کٽ تي گهاريندي هئي- بس مهيني جون ئي چار ٻي ڪار راتيون مڙس وٽ اچي چپ چاپ پنهنجي رهندي هئي بنا ڪجهہ ڪرڻ جي-

”بادشاهہ!“ ڏکي مات کان پوءِ ڪموءَ کيس پڪاريو هو-

”هو-ن“ هن جي ’هون‘ ۾ بہ پيڙائن جو هجوم هو-

”ڇا ٿو سوچين؟“

”ڪجهه ـ نه“ اهوئي ٻيڙا جو ٻڙاڪ.
”پريءَ تي عاشق ٿي پيو آهين ڇا؟“ ڪمو ڪاليو هو
”نه ـ نه“ هن صفا صاف ڪوڙ ڳالهايو
”ڪوڙ ٿو ڳالهائين؟“ بادشاه ڪڇيو ڪونه. ڪوڙ تي نه ڳالهايو هيائين.
”نون ـ ولس ويندين ڇا؟“ ڪموءَ جي انهيءَ ڳالهه تي هو ڳل وانگر لڙي پيو. پر ڪڇيو ڪونه.
”بادشاه! ـ اسان سڀني يارن شرط رکيو آهي ته جيڪو، جنهن رات جٺا ڪٽندو اهوئي انهيءَ رات گهوٽ ٿيندو ـ“ بادشاه لڪ ڀڏي هن کي ڏسندو رهيو
”تون. گهوٽ ٿيندين. بادشاه!؟“ بادشاه جي دل ۾ دور دور تائين شرنايون گونجنديون رهيون.
”گهوٽ ٿيڻ لاءِ جٺا ڪٽڻي پوندئي“
”ـ“ بادشاه چپ رهيو. خوابن ۾ موڙ ٻڌي پريءَ کي ماڻيندو رهيو
”جٺا ڪٽڻ لاءِ پيسا گهرجن. اٺي پئيسا“
بادشاه کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي غربت جو احساس ٿيو هو. خالي کيسن جو دک ٿيو هو. هو هارايل جٺاري سمان ڪنڌ نوايو ويٺو رهيو. انهيءَ شام گهٽيءَ مان لنگهندي هن ڏٺو ته هوءَ کوهه مان ليٽا ڀائي رهي هئي. هن جي پيرن ۾ ڇڄ سنگهر پنجي وئي. هو بيهي رهيو. ۽ جڏهين پريءَ جي نظر مٿس پئي هئي. هوءَ حقارت سان مرڪندي اندر هلي وئي هئي ۽ بادشاه اتي ئي رهجي ويو هو. پريءَ جي خواهش من ۾ ڦهلجي ويس گلاب جي خوشبوءَ سمان.
انهيءَ رات هن لٽندڙ دل سان ڪموءَ کي چيو هو
”ڪمو! ـ تو چيو هو نا ته تون. مون کي ـ“ لفظ سدائين جيان اڌ ـ ڙيءَ ۾ اٽڪي پيا هئس ـ ڪموءَ اچرج مان هن کي ڏسندو رهيو
”تو ـ چيو هو نه ته تون ـ مون کي ـ ڏهلي ونئي ڏيندين“
اهيو چوندي بادشاه جو رنگ ڪارانجي ويو هو. ڪموءَ کي ڇڄ

نانگ سونگهي ويو. ڪي پل ته وات ڦاڙي هن کي ڏسندو رهيو
پوءِ جڏهن سارو معاملو سمجهه ۾ اچي ويو هئس. ٺهڪ ڏئي کليو
هو ۽ پوءِ ڪل ۾ ئي ٻڏي ويو هو.

”واهه ڙي بادشاهه واهه. پريءَ جي عشق توکي به ديوانو
ڪري ڇڏيو.“ بادشاهه، لال ڪنوار جيان شرمائيجندو رهيو.

”ٻڌائي نه ڪير! اهيا ڳالهه آهي نه؟“ ڪمو رڙهي اچي
وٽس ويٺو. هن جي دل ڌڙڪندي رهي.

پوءِ ٿيو ائين جو. ڪموءَ هن کي دهل وٺي ڏنو.

انهيءَ ڏينهن چوواٽي تي ويهي، دهل جي تال تي آفريقا
جو مست ڪندڙ ناچ نچيو هو، ڪلاڪن تائين.

شيدي بادشاهه همباشا

شيدي بادشاهه همباشا

جيڏانهن پير

تيڏانهن خير

شيدي. بادشاهه. شيدي. بادشاهه. شيدي. بادشاهه.

جڏهن آفريقا جي اداس ڌرتي سنڌ جي ڌرتيءَ تي لهي آئي
هجي. ڌرتيءَ جو گولو هن جي پيرن هيٺ ڦرندو رهيو. هو
مست ٿي ويو هو. ماڻهو مست ٿي ويا هئا. هن جي رڳن ۾
آفريقا جي مٽي رت وانگر ڊوڙڻ لڳي. هن جو پيءُ به ائين مست
ڪندڙ ناچ نچندو هو. نچي نچي جڏهين ساهه ٿي پوو هو تڏهين
هندس پير ويهي رهيا هئا. ڪائنات ساڪت ٿي وئي هئي. پن پن
خاموش. پيرن ۾ پيل پئسا هن ڳڻيا هئا. ٽيهه روپيا هئا. هن اهي
ٽيهه روپيا ائين چونڊيا ميڙيا هئا جڏهن من مٺيو چونڊيندو هجي.

سچ لٿي هو موٽيو هو. بلب هيٺ جٿا پي هلي. هن کي ڏسي
سيٽي نعرو هنيو ”شيدي بادشاهه همباشا. شيدي بادشاهه همباشا“
اڄ ڦهريون پيرو انهن لفظن تي هو دل سان مرڪيو هو. مرڪندو
رهيو هو. ڪموءَ اچي ڪلهن پاڪر پاتا هئا. ”واهه ڙي شيدي بادشاهه!
ڏي خبر. ڪهڙي ڪمائي ٿي؟“ موٽ ۾ هن ٽيهه روپيا کيسي
مان ڪڍي، ڪموءَ جي هٿ تريءَ تي ائين رکيا هئا جڏهن من

مٿيون رکندو هجي. ڪموءَ، جڪ پيرو وڙي ڪٽس پاکر ۽ ڪٽي پرزو هو ؛ ”جيءَ بادشاهه! اڄ تہ منهنجو بادشاهه لال پري جو لال گهوٽ ٿيندو“ ۽ بادشاهه شرمائجي ويو هو.

اڄ هو بہ من ۾ ”پيچ پٽائيءَ“ جو نعرو هڻي جٿا تي اچي ويٺو هو. اڄ سيني هن کي ڇاٽي ڇجهي ڪٽايو هو. هن کي ڪٽائڻ جو واعدو ڪموءَ سيٺي کان ورتو هو. هوءَ هٿا ڪموءَ جهڙي سدان ملوڪ ٻار جا پار، سي پلا ڪيئن نہ چيو ڪن. ٿو هو ڪٽي ويو. هن نوٽ ڪيسي ۾ پريندي ساٿيهون ڏٺو. ڦالل کون مان انهيءَ ٿي چنڊ جهڙي ٿي ليٽا پاتا، جنهن لاءِ هو ڪيترين راتين کان جاڳندو ٿي آيو. ڪيترا خواب هن انهيءَ جهڙي جا ڏٺا هئا. هن کان وڪون نہ ٻي ڪنيون ٿيون. هن تہ ڪڏهين ڪنهن عورت جو جسم ڇهي بہ ڪونہ ڏٺو هو. پريءَ سان سڄي رات گهارڻ جي خيال سان ئي هن کي پگهر اچي ويو.

”نہ يار. مون کي ڊپ ٿو ٿئي“ هو گهبرائجي بيهي رهيو هو. هو سڀ هن جي همت وڌائڻ لڳا پر هو، جنهن اڃا سکه ئي کاڌ پي ماري.

”اڙي ڊپ ورتي ڇا جو. ميان!“

”آءٌ — وڃي ڪندس ڇا؟“ پگهر ۾ بادشاهه شرم ٿي ويو هو ؛ هو سڀ ٽهڪ ڏئي کلي پيا هئا. کلندا رهيا هئا. ڇو پگهر ۾ شرم ٿيندو رهيو هو.

”اڙي وڃڻ شرط کٽي پاکر پائيجانس. چمي پاکر نون ڪجنين، باقي ڪم هوءَ پاڻ ئي ڪنديئي“ ڪموءَ هن جي همت وڌائڻ لڳو. هن هوريان هوريان وکون کنيون ؛ جڏهين هو در تي پهتو تڏهين در تہ ڪا ڏئي بند ٿي ويو. هن مٿيو لٽي پور ٿيو هو. هو ڪي پل چپ چاپ بند دروازي اڳيان بيٺو رهيو. پوءِ ٽڪل ٽڪل وکون کڻندو ڪموءَ جي تاج محل ڏانهن هليو ويو هو. هو سڀ پويان هن کي سڏيندا رهيا هئا پر هو تہ جڻ ڪنن کان ٻوڙو ٿي پيو هو. ڪو بہ سڏ ڪونہ ٻڌو هيائين. بس دروازي بند ٿيڻ جو ٺڪاءُ ٺڪاءُ وانگر زوزات ڪندو سندس

ڪنن ۾ گونجندو رهيو هو. انهن ياسيو هئس جڻ هزارين ماڻهو سندس پويان ٽهڪ ڏئي، تاڙيون وڄائيندا اچي رهيا هجن ”شيدي بادشاهه هيباشا، شيدي بادشاهه هيباشا.“ هو تيز تيز وکون کڻڻ لڳو. گهر پهچي هو جهول ڪٽ تي ڦان تي ڪري پيو. ڪٽ چرڙاٽ ڪيو ۽ چپ ٿي وئي.

آڌيءَ مهل ڪمو موٽيو ته بادشاهه اڃا جاڳيو پيو. ميڻبتيءَ سمان پل. پل دکي رهيو هو. ڪموءَ اونداهي ۾ اهيو ڏسڻ لاءِ ته هو جاڳي پيو يا ستو پيو آهي، هن جو چهرو ڇهي ڏٺو ڪموءَ جا هٿ آلا ٿي ويا هئا. هو ڇرڪي پيو

”اڙي. پڙوا!“ بادشاهه ٿي ڪري روئين تو؟“

جاڻ پلا هو ڪموءَ کي ڪيئن سمجهائي ته اسين غريب ماڻهو بادشاهه ۽ تاج محل جهڙا نالا رکي دل خوش ڪندا آهيون نه ته آءٌ ته غلام قوم جو فرد آهيان. غلام ساري سپ چمار پيا روئندا آهن. پر ڪجهه چوڻ بدران هو سڏڪن ۾ پنجي ويو. ڪموءَ کي سمجهه ۾ نه پي آيو ته ڪيئن هو بادشاهه کي پرچائي

”ڏس يار بادشاهه. مون ته رن کي گهٽي ڇڏيو پر چوڻ لڳي ته آءٌ مرڻ مري وينديس پر ڪنهن شيديءَ کي پنهنجي بدن تي هٿ به ڪونه لائڻ ڏينديس.“ انهيءَ انڪشاف تي، بادشاهه پري پيو هو واريءَ جي ڪچي گهروندي سمان. شيدي هئڻ جو الميو اڄ تائين سانس چهڙو ٿي آيو. هو پلا ڪيئن ماڻهن کي يقين ڏياري ها ته هو غلاميءَ جي سنگهر ڇني آيو آهي. هو

آزاد آهي. آزاد آهي، شيدي آهي ته ڇا آهي، هن جا احساس ته اڃا اجرا آهن. چنڊ جهڙا. جهڙو پريءَ جو چهرو آهي. هن جي دل ته هر ماڻهوءَ جهڙي آهي. هن جي رت جو رنگ ته ساڳيو آهي. پر ڪجهه چوڻ بدران هو روئندو رهيو هو.

”بادشاهه. يار. هي رنون پيسي جون سڪيون ٿينديون آهن. تون پيسو ميڙيندو رهو، ڏسجئين ڪنهن ڏينهن هوءَ پاڻ هلي تو وٽ ايندي.“ ڪمو هن کي دلاسا ڏيڻ لڳو. نجاڻ ڪنهن پر هن کي روئندي ننڊ اچي وئي.

هن پڻ، ڪيو هو ته هو هارائيندو ڪونه. روز نصيب آزمائيندو هن جو نصيب، جيڪو هن وانگر ڪارائيل هو. هو روز ڪنهن نه ڪنهن چؤواٽي تي بيهي دهل جي تال تي آفريڪا جو مست ڪندڙ ناچ نچندو هو. ماڻهن جا ميڙا اچي گڏ ٿيندا هئا. ماڻهو هن کي نچندو ڏسي مست ٿي ويندا هئا. روپيو روپيو، چار چار آنا، اٺ اٺ آنا، هن جي ڪپ مان پرڻل نچندڙ پيرن ۾ اڇلائيندا ويندا هئا. هو اڃان به مست ٿي نچندو هو ۽ هن جي سرخ سرخ اکين ۾ پريءَ جو چنڊ جهڙو چهرو پيو رقص ڪندو هو. جنهن کي صرف هڪ ڀيرو ڏسڻ لاءِ هن نچڻ شروع ڪيو هو. اهو ناچ، جيڪو هن کي غلاميءَ واري دور جو ماروٽو پاسندو هو ۽ غلاميءَ جنهن جي ڪچيءَ ۾ پيل سنگهر، جني هن آزادي ماڻي هئي. اهو ته ڪنهن گمان ئي ڪين هو ته سموريون زنجيرون جني اڄڻ ڪان پوءِ به هن جو رنگ ۽ روپ زنجير بڻجي سدائين (مرڻ پل تائين) سندس پيرن ۾ پيو هوندو، جيڪو هو ڪڏهن به ڇني نه سگهندو.

سڄو ڏينهن نچڻ ڪان پوءِ، جڏهن سج لٿي کيسا ڀري موٽندو هو تڏهين سندس پير سور ڪان ڀيا پئوسرندا هئا. ٿڪل ٽٽل وکون کڻندو هو جتارين وٽ اچي ويهندو هو. جنهن مهل کيسن مان پيسا ڪڍي هٿن جي اڏو رکندو هو، تنهن مهل ائين پاسندو هو ڄڻ من سڀيو ڪڍي رکندو هجي.

دل سيني مان نڪري اچي پيرن ۾ ٽڙڪڻ لڳندي هيس ۽ جنهن مهل جتا جي جيت سندس حصي ۾ ايندي هئي تنهن مهل نس نس ۾ طوفان اچي ويندو هئس. هوءَ در تي بيٺي هوندي هئي. دوست هن تي زور پريندا هئا ته اڄ هو قسمت آزمائي ڏسي. آخر ڪا مهل نه ڪنهن جهڙي، ڪو پل ته هن جو به هوندو. بادشاهه سڄو پگهر ۾ شم ٿي ويندو هو. هٿ پير فالج جي مريض جيان بيڪار ٿي ويندا هئس. طوفانن ۾ وکوڙيل بادشاهه، جڏهين هن ڏانهن وکون وڌائيندو هو تڏهين ڪيتريون نفرتون پريءَ جي اکين ۾ متري ايندڀون هيون. بادشاهه جڏهين در وٽ پهچندو هو،

تڏهن آمالڪ در تڪاءَ ڏئي بند ٿي ويندو هو ۽ دل سيني مان نڪري اچي پيرن ۾ پوندي هئي- شڪست ۽ ذلت جي احساس ڪان رنگ ڪارانجي ويندو هئس ۽ لڳ پگهر ۾ شم- هو ڪمو ۽ جي تاج محل ۾ اچي، ڪٽ تي ڦان ٿي ڪري پوندو هو- ڪٽ چرڙاٽ ڪندي هئي ۽ چپ ٿي ويندي هئي- انهيءَ وچ ۾ ڪمو ڪيتريون راتيون پريءَ وٽ گهاري آيو هو- جنهن رات ڪمو پريءَ وٽ هوندو هو، اها سڄي رات هو آلي ڪانيءَ جيان پيو ڏڪندو هو ۽ جنهن رات ڪمو نہ وڃي ڪون سڪهندو هو، اها سڄي رات هو پڻ جڏهن آلي ڪاني وانگر پيا ڏڪندا هئا- ڪمو هن کي دلاسا ڏيندو هو "بادشاهه- فڪر نہ ڪر- ڪا رات تنهنجي بہ ايندي" هو ڪاوڙ ورندي ڪون ڏيندو هو، پيو اڇهامندو هو-

-هن ڪيتري ڪُڏجي پريءَ کي سمجهايو تہ بس ڪڙي رات هوءَ بادشاهه کي بہ ڏئي- پر هن ترڙ تي گهنڊ آڻي چيو هو "آءٌ مرڻ مري وينديس پر ڪنهن شيديءَ کي پنهنجي بدن تي هٿ بہ ڪون لائڻ ڏينديس- هو- ڪارو، پولڙو، شڪل بہ اٽس مون وٽ اچي جهڙي"-

"يار بادشاهه!- چا ڪجي تون ٿي پيو آهين شيدي ماڻهو- رڻ مڃي ٿي ڪانہ تي" هو- سڀ هملڙديءَ پريٽي لهجي ۾ هن کي چوندا هئا- شڪست ۽ ذلت جي احساس ڪان هو ڪنڌ نوائي اکيون پوري چڙيندو هو ۽ بند اکين ۾ ڦهلجي ويندو هئس پنهنجو جهڙو ڪارو پالي-

-تنهن رات بہ ڪمو پريءَ وٽ هو- هو مڻ تي، مڻ ۾ اڇهامندو رهيو هو، ڏڪندو رهيو هو- پريءَ جو اڇو اجرو چنڊ جهڙو چهرو ساري رات سندس اکين ۾ ليٽا پايو پوائتا ٿهڪ ڏيندو رهيو هو- هن جو ڪارو چهرو ڪارانيو رهيو هو- انگارن سمان- شڪست، ذليت ۽ غلاميءَ جون ساروڻيون وڪوڙي ويون هئس- چو ساري زماني جون شڪستون سندس نصيب هيون- چو دنيا جي سيني انسانن جو رنگ ڪارو ڪونهي- چو هن جو رنگ اڇو ڪون هو- دل چيو هيس تہ ساري زماني جي بوت

تني داتگيءَ جي ڪارنهن مُکي ڇڏيو، داتگيءَ جي ڪارنهن، جيڪا سندس من ۾ واسو ڪندي ٿي وئي.

فجر جي بانگن کان اڳ، ڪمو موٽي آيو. بادشاهه کي سڏ ڪيائين ۽ هو جاڳندي به ڄڻ ستل هو. ڪمو ٻه پيت ڏانهن منهن ڪري سمهي پيو. سندس ڪونگهرا ڇوڪري کي گونجندا رهيا.

بادشاهه کٽ هيٺ رکيل اڇي بوتل ڪڍي ۽ پليءَ پير هلندو ٻاهر نڪري ويو. گهٽيءَ مان نڪري راڪاس کي گهمي ويو هو. ۽ بادشاهه جڏهين موٽيو هو تڏهن محل آسمان جي هن ڪناري تان ٻاڪ ٿي ڦٽي. هو چپ چاپ اچي کٽ تي ليٽي پيو. الاءِ ڪيترن لمحن کان پوءِ ڪموءَ ننڊ مان جاڳايو هئس. جاڳڻ مهل دل تيزيءَ مان ٿي ڌڙڪيس. ڄڻ ڪو طوفان اچڻ وارو هجي.

"بادشاهه. اٿي اٿي ته سهي. قيامت ٿي وئي. پريءَ..."

"ڇا ٿيو پريءَ کي؟" گهبرائجي پڇيو هيائين ۽ ڀاڻ اندر جو ڇوڪر لٽڪائي ڇاهيو هيائين. پر سندس سرخ سرخ نيڻن اکيون ڦهلجي ويون هيون.

"پريءَ تي الاءِ ڪنهن تيزاب هاري ڇڏيو آهي. رت جي سڙي خاڪ ٿي وئي آهي"

بادشاهه جي دل ڌڙڪندي رهي هوريان هوريان. خوشيءَ کان يڦ کان.

"ڪنهن هاريو آهي؟" لفظ ٽٽيءَ ۾ اٽڪي پيا هئس. شايد پؤ کان يا الاءِ خوشي کان.

"الاءِ ڇو ٿي ته آءٌ اونداهي ۾ ڏسي ڪانه سگهيس. الاءِ ڪير هو، پت ٽپي آيو هو ۽ ستل پريءَ تي تيزاب هاري هليو ويو" ڪمو سهڪي رهيو هو. ڇوڻ لڳو، "بابي، ڇا مائيءَ جي سونهن هوندي هئي. هاڻ ڏسندين ته سڃاڻي ڪونه سگهندين، اصل جهڙي ڏين." ڪموءَ جي اکيءَ ڳالهه تي بادشاهه جي دل اندر دور دور تائين گلاب ٽڙي پيا هئا. پري پري ڏينهن ٿي سگهي ٿي. اهيو پلا ڪنهن سوچيو هوندو. جنهن پنهنجي حسن جا دروازا بادشاهه تي بند ڪري ڇڏيا هئا، هاڻ مٿس سموري دنيا جا دروازا

هن جي مٿيل چپن تي آڱر رکيو هيائين.

”ڪير- آهين؟“ هوءَ ڇرڪ کاڌو.

هو چپ رهيو. ڪابه ورندي ڪانه ڏني هيائين.

”ڪير- آهين- تون؟“

”آءٌ- باد- شاه.“ پريءَ کي ڄڻ نانگ- ڏنگهي ويو هو. بي نور ٿي ويئي. اکين اندر انيڪ طوفان اچي گڏ ٿيا هئس. سڀ ڪٽس ڇڏي هليا ويا هئا. بس بادشاه هو جيڪو سندس ويجهو- بي حد ويجهو بيٺو هو. جيڪو ڪيترا پيرا سندس بند دروازي تان موٽي ويو هو- ڪارو- ڪوجهو- شيدي. دنيا جي ذليل قوم جو ذليل فرد.

”بادشاه!“ هوءَ ٻڏڪي

”هو-ن“ بادشاه جي دل ڌڙڪڻ لڳي

”منهنجي شڪل ڏسڻ- ڪهڙي ٿي- وئي آهي؟“ هوءَ سڏڪي

”تمام- مٺي“ هن جي مٿيل، ٻوائتي چهري تي بادشاه پنهنجيون ڪاريون، بي ڊوليون آڱريون رکي ڇڏيون هيون. جيڪي جي ناڪام خواهش. هن جو خوبصورت چهرو ڇهڻ جو خواب جنهن جي ساٿيان هن زوريءَ قدرت جي هٿن مان ڦري هئي.

”مون- کان- ڊپ- ڪونه ٿو- ٿيئي- باد- شا- ه؟“

”نه.“

”نفرت- به- نه؟“

”نه.“ بادشاه جي لهجي ۾ جيت جو ڳهرو نشو هو.

هو ڪيتري دير هن جي سيرانديءَ ويٺو رهيو. چپ- چاپ.

”با- د- شا- ه!“ ڪنهن مهل هوءَ پڪاري هئي

”هو-ن“ جيت جو اهوئي اٿاهه نشو-

”مون- کي- ڇڏي- نه- ڪونه- ويندين-؟“

”نه-“ هن پهر پنهنجيون آڱريون هن جي چهري تي ڪٽي رکيون هيون. ڄڻ هن جا ڦٽ ٺارڻ چاهيندو هجي. من ۾ جيڪو چور هئس- سو جيت جي نشي ۾ گم ٿي ويو هو. انهيءَ رات، پريءَ جي در جي سامهون، جتا بہ ڪانه هلي هئي. انهيءَ

# جلاوطن

جنهن کان مون ۾ واسو ڪيل اڳوڻو سپنو، اڄ به جڏهن هاڻ
تي هڙي ايندو آهي ته ويٺي ويٺي لڳ ڀڳ سمورا ڪاندرا ڄڻيو
وڃن ڇو واڻي. تي سنگسار جي رسم- زنا جي ناقابل معافي ڏوهه
۾ زوري ء کهليو وڃڻ حضرت عمر فاروق رضه جي دور ۾.

دنيا ۾ سڀ کان پهرين آدم جي روپ ۾ توهان خلقيو
ويو هئين ۽ مان توهان جي پاسراٽي ء مان حوا جي نالي سان.
ائين توهان ۽ مان، حاڪم ۽ محڪوم وارو ناتو ڇو ازل
کان هو جڙيو. سڀ پوءِ توکي يا پنهنجي ازلي هيٺائي کي
ڪهڙو ڏوهه ڏيان. ننڍي هوندي کان پڙهو جو هئي: عورت
(حوا) جو وجود جڙيو مرد (آدم) لاءِ ته جيئن هن جو نسل
وڌي ۽ هو دنيا ۾ اڪيلائپ نه محسوس ڪري.

حويلي شريف جي پوتر ديوارن کان ٻڪلي جي موڙهين
گهٽين تائين. شريف زادي ء کان رنڊي ٻلڃڻ تائين جو اڙانگو سفر.

آدم جي پيٽ کان قبر جي گهور اونداهين تائين، مان انهيءَ محڪوم قوم وانگر رهيس، جيڪا بغاوت ته ڪرڻ چاهي ٿي، پر جنهن وٽ هٿيار نه هجن.

مان— پاڪ گهر سمان، پاهران ڪارو غلاف اوڍيل، اندران ڪاري پٿر جون باادب ديوارون ۽ تو انهن ديوارن کي محض ان ڪري سجدو نه ڪيو، جو مان جڙي هئس تنهنجيءَ پاسراٽيءَ مان ۽ مون بنا توکي پرکڻ جي ان لاءِ سجدو ڪيو هو، ڇو ته اهو ثواب ته ملائڪن به ڪيو هو.

توکان ڏار ٿي، سڀ کان پهرين مون پنهنجي نئين سال واري ڊائري جي پهرين جنوري واري ڪالم ۾ لکيل پنهنجا ٻئي لفظ ته ’عورت آهي پاڪ گهر سمان. هن جو ٻاهريون غلاف به پوتر، هن جون اندريون ديوارون به ’مقدس‘ ڳاڙهي مس پريل پين مان ڪاٽي ڇڏيا هئم، جيتوڻيڪ ان لمحي پنهنجو اندر ٻن حصن ۾ اڌو اڌ ٿيندو پاتيو هئم.

محبوبيت جي جنگ ۾ تنهنجو پاسو ڳرو رهيو يا منهنجو؟ نه ته ان جي ڪٿ ڪري نه سگهيا هئاسون. پر هاڻ اهين پاسندو رهيم ته ٻئي پاسا تڇ هئا. بدن جي فطري خواهش کي محبت جهڙو ناٽو ڏجي، ته ڇو؟ هن به جڏهن تون ۽ مان جڙيا هئاسون (آدم ۽ حوا جي ناٽي سان) هڪ ٻئي جي فطري جسماني خواهشن جي تڪميل لاءِ يا اهو خلا پر ڪرڻ لاءِ، پوءِ دنيا ۾ اچي محبت جو ڪوڙو سانگ ڇو رچائجي؟ جڏهن ته محبت ڪبي آهي پنهنجي پاڻ سان. سو محبت جي اها تند گهٽ ۾ گهٽ تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ته نه هئي (اهو راز به مون تي هاڻ فاش ٿيو). باقي بدن جا رشتا، سڀ پنهنجي صورتي خوبصورتي ۽ بدصورتي سميت، سٽ ڏئي اڌو اڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙو حصو توڏانهن ۽ ٻيو مون ڏانهن هليو آيو. تون، تو واري حصي کي مون کانسواءِ، اڻڳڻ عورتن جي انگ انگ ۾ سانديندو اچين (جو اها به آهي تنهنجي ازلي فطرت) مون، مون وارو حصو ايترو ته سان اهين اجاڙي ڇڏيو، جو ڪو به نشان سکهو نه ڇڏيو اٿم.

۽ اهي تنهنجي پهرين شڪست آهي.

اڄ مان، مريم حسين، توکان منڪر ٿي ٿيان، بنا ڪنهن معافي نامي جي.

اڄ مان، مريم حسين، توسان شرڪ ٿي ڪيان پنهنجي برابريءَ جو.

اڄ مان تنهنجي حاڪميت کان بغاوت ٿي ڪيان.

تو ڪاٿيوءِ مون ڀاڻ، ڀاڻ کي بشارت ڏني هئي ته گهٽ ۾ گهٽ توکي مريم حسين! آدم جي نسل جي واڌاري لاءِ ناهي موڪليو ويو. تون سنڌ جي اداس ڌرتيءَ تي ڪنهن مقدس ڪتاب سمان نازل ڪئي وئي آهين. تون مريم حسين، شاهه جي رسالي جو پهريون بيت آهين.

پر ٿيو ائين جو ڪنهن به منهنجي بشارت تي ٺهه آمين نه چيو. مون کي وشال نيري آسمان تان حڪم مليو ”ڪن“ ۽ مون بيحد خلوص سان ڪنڌ نوائي چڏيو ”فيڪون“ اکيان. پوءِ مون کي پير ڪڙيون ڀارائي، زنا جي ناقابل معافي ڏوهه ۾ عمر فاروق رض جي دور ۾ آندو ويو. تون منهنجو جنم جو سائي، منهنجي هر گناهه ۾ هڪ جيترو شريڪ، جنت مان گڏ نڪتاسون، پر هيٺ ڌرتيءَ تي مون هر گناهه جي سزا هيڪلي سر ڀوڳي بنان تنهنجي امداد جي. ۽ اِها منهنجي لاءِ ڪائين شڪست هئي. پر مان، جنهن هر شڪست بنا جنگ جوتڻ جي قبولي ورتي، اڄ پنهنجي بي ناڻي جيت جو اعلان بنا جنگ جوتڻ جي ڪيان ٿي.

ننڍي هوندي سيدن جي حويليءَ ۾، ڏاڏي بي بيءَ وٽ نورنامو ۽ قرآن پاڪ پڙهڻ ويندي هئس ته گهران ئي پنهنجو سڄو بدن (جنهن ۾ اڃا هو نه ڪو رنگ ۽ نه ئي هو ڪو روپ) ململ جي وڏي وڪري ڀوتيءَ ۾ ويڙهي سيڙهي ائين ويندي هئس ته جيئن وارن جي ڪا تند نه نظر اچي، جيئن بدن جي جوڙ سمجهه ۾ نه اچي.

”تون! نامحرمن جو نظر بدن تي پئجي ويو ته قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنب ڏيندا نه“. ڏاڏي بي بيءَ کي ته به وار

نظر اچي ويندا هئا، بدن جي جوڙ سمجھ ۾ اچي ويندي هئي، تڏهين ته ٻريان کان ئي اکيون ڪڍندي هئي ۽ اهڙا انيڪ پور من ۾ وجهندي هئي. 'زال جي بدن ۾ شيطان لڪل هوندو آهي، رنون نه ويهنديون ڪريو نامحرمن جي سامهون' متي تان ٿوتي تيرڪي پئي، ڇپن تي اٽڪي پيو ڪنهن ڦوٽ، ماسات جو ٿالو ته ڏاڏي بي بيءَ يڪدم هڪل ڪندي هئي. سو اٿين پنهنجي بدن کان ئي نفرت ٿي پيئي، جنهن جي اندر (ڏاڏي بي بي جي ڳالهه ڪانپوءِ) هر پل شيطان ويٺل پاسندو هئم.

'نامحرم اهو آهي، جنهن سان نڪاح جائز آهي.' ۽ مون پنهنجو پاڻ، پاڻ تي ئي حرام ڪري ڇڏيو. مريم جي پوترتا، رت جي هر بوند ۾ پکڙجي وئي ۽ مون ٻند اکين اندر، من ئي من ۾ پاڻ پوترتا جي آجيان ڪئي هئي.

حرام ۽ حلال جي اها خوني جنگ اونداهي راتين ۾ به جاري هئي. اونداهي راتين ۾ اکين ۾ ستي ستي، جي اوچتو اک ٿڃجي پئي ۽ نظر سڌو وڃي پوي سيدن جي حويليءَ جي برجن تي (جن تي مون اونداهين راتين ۾ به نور وسندي ڏٺو هو) ته لڳ سمورا ڪانڊارجيو ويندا هئم. برجن جي جاءِ تي ڏاڏي بي بيءَ جو چهرو اڀري ايندو هو. 'رنون، بدن ڍڪي ويهنديون ڪريو نه ته شيطان جو پليت نظر پئجي ويندانو.' ۽ سان بستري مان ڇرڪ ڀري اٿي ويهي رهندي هيس، اجرڪ ۾ پاڻ ڍڪي ڇڏيندي هئس ۽ پوءِ ننڊ ڪلاڪن جا ڪلاڪ موڪلائي هلي ويندي هئي.

پنهنجو پاڻ مون لاءِ اهڙو مائٽ بڻجي ويو، جيڪو لڪائي به نه سگهجي ۽ اڇلائي به نٿو سگهجي. بات روم ۾ وهنجندي، ڪپڙا متائيندي، من ۾ واسو ڪيل پيو جيون پاونائون پانهه سر تي ڪو نامحرم ننگيو بيٺو هجي. 'ملائڪ قيامت جي ڏينهن ڏنب ڏيندانو.' ڏاڏي بي بيءَ جي لفظن جو پڙلاءُ، تڏهين هر نماز کانپوءِ ڇپن تي هڪڙي ئي دعا اٽڪي پوندي هئم: 'الله مون کي نامحرم جي پليت نظر کان بچائي' پر هاڻ، ڪڏهين ڪڏهين زندگيءَ جي وٽ وڻان ۾، اوچتو ڪنهن لمحي، جيڪر

پل اپل لاءِ الله جي سار اچي ۽ ويم ته ڪابہ دعا نہ سجهندي
اٿم. وسامہ جو اٿم ته قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنپ ڏيندم.
سوچيندي آهيان تہ جيڪر تون ۾ آئي هجين ۽ ڪم ازڪم
اها سزا مون سان ڪڏ پوڳين، جو هن جڳ ۾ تہ مون کي هر
گناه جي اوڙاه ۾ هيڪلو اڇلايو اٿئي.
'الحمد' پڙهندي جڏهن 'اهدنا الصراطالمستقيم' تي پهچندي
هيس تہ ڏاڏي بي بي انيڪ وار مون کان ورجارائيندي هئي، اها
سٽ. اهدنا الصراطالمستقيم. اهدنا الصراطالمستقيم. منهنجو آواز
اوچو ٿي ويندو هو ۽ ڏاڏي بي بيءَ جون عينڪ جي فريم ۾
سمايل اکيون بند. تڏهن ان سٽ جي معنيٰ ۾ نہ ايندي هئم—
۽ اڄ جڏهين اچيم ٿي تڏهن صراطالمستقيم گهڻو، گهڻو پويان
رهجي ويو. مونکي جا سيئي رستا بند ٿي چڪا ۽ هاڻ آئين
پاسندو اٿم، پاڻه جڳن کان پٺي هلان پلصراط تي ۽ ان پلصراط
تي مون وارا سيئي گس وڃن ٿا دوزخ ڏانهن.
جنم جنم جي اها خوني جنگ، جنهن ۾ جيت سدائين
تنهنجي حصي ۾ آئي ۽ شڪست بڻي منهنجو ڀاڳ. مٿو ڍڪيان
تہ ۾ مان، بدن لڪايان تہ ۾ مان، نظرون هيٺ ڪري هلان
تہ ۾ مان ۽ ملائڪ ڏنپ ڏيندا سي ۾ مونکي— ۽ تون! تون
تہ ازل کان ئي مون کان آتم رهئين، سجدي جي لائق ۽ قابل
احترام، پوءِ ان شڪست کي ۾ منهنجو ڀاڳ چو نہ چوان،
جيڪا ازل کان ڪرم ۾ لکيل هجي.
سيدن جي حويلي ۽ ڏاڏي بي بيءَ کان سات تڏهين
ٽٽو، جڏهين مون قرآن پاڪ ۽ نورنامو پڙهي پورو ڪيو.
هڪ ڏينهن ڏاڏي بي بيءَ کان موڪلائي، سندس فتواحون ۽
اهدنا الصراطالمستقيم جي پوتر دعا، من ۾ سانڍي ڪنهن بيحد
پياري ساروڻيءَ سمان، حويليءَ مان نڪري آيس.
۽ پوءِ مون قد ڪڍيو، روپ مٽايو، امان گهه، جا ڍڪ
پرايا هئم ۽ انين نصيحتون ڪيون هئائين تہ هاڻ زندگيءَ ۾
سنڀالي سنڀالي وکون کڻجانءِ ۽ مون کي وکوڙي ويون هيون
پيو جون پاونائون،) جو محسوس ڪيو هئم تہ اتي اچي،

صراط المستقيم جو دڳ ختم ٿو ٿئي ۽ پلصراط جو دڳ شروع ٿو ٿئي ۽ سپنا جيڪي سدائين قرآن پاڪ جي آيتن وانگر مقدس رهيا، تن جو روپ مٽايو ته ويا ٿي پراسرار ٿيندا. پاڻ ۾ ڪنهن جهونئي عبادتگاه ۾، اوچتو بدروحن واسو ڪيو هجي. اجا مس ذهن ۾ ڪنهن نامحرم جو اڻڄاتو خاڪو اڀرندو هو ته ڇپن تي الڪي پوندي هئم آيت الڪرسي ۽ نظر سڌو وڃي پوندو هئم سيدن جي حويليءَ تي، اڌين حرام ۽ حلال جي انهيءَ کوٽي جنگ ۾ مان اندر ئي اندر مرندي به رهيس ۽ جيئندي به رهيس.

مان ڄڻ ڪنهن عبادتگاه جي چائنٺ بڻجي وئي هيس. جت پيچ ۽ پاپ بئي پڌرا ٿي پون ۽ منهنجي اندر جي هرڪا ديوار اوچي، بيحد مضبوط، پاڻ ۾ هرڪا ديوار هجي چين جي ديوار.

پر هڪ وار، نيٺ اهي اوچيون ۽ بيحد مضبوط ديوارون لڏي ويون ۽ وڏا وڏا گهارا پئجي ويا هئا انهن ۾.

بند دروازي جي سير مان مون تي ڪائنات جو سڀ کان وڏو راز پهريون پيرو فاش ٿيو. ڪن پلن ۾ ئي سيڪجهه وري ويو هئم. آيت الڪرسي، سيدن جي حويلي، ڏاڏي بيبيءَ جو پهرو ۽ اهدنا الصراط المستقيم. زندگيءَ جا سمورا گس پلصراط بڻجي ويا.

ڪائنات جو سڀ کان وڏو راز- (؟)

ادي مهروءَ کي ڏسي ورتو هئم (بند دروازي جي سير مان)، ادا خالق سان- ادي مهروءَ جي وات تي ادا خالق جو هٿ رکيل هو ۽ دانهون مون پانيون هيون نڙيءَ ۾ گهٽبيون. اکيون نڪري آيون هئس. مون کي ٻاڪري عيد تي ڪسندڙ حلال جانور ياد اچي ويا هئا. رت جو درياهه- گهرو ۽ اٿاهه.

ادي مهرو ۽ ادا خالق جو نه نڪاح به نه پيل هو. بنان نڪاح جي ادا خالق ڪٿس شايد پاڻ لاءِ حلال ڪري ڇڏيو هو. پلا جيڪا شيءِ پاسراتيءَ مان جڙي هجي، انهيءَ کي لوڻ ۽ ڪوڻ لاءِ حرام ۽ حلال جي ڳٽپ ڇو ڪجي. جيڪا شيءِ هجي ئي نسل جي واڌاري لاءِ، اڪيلائپ جو

احساس مٽائڻ لاءِ، ته پوءِ انهيءَ کي استعمال ڪرڻ لاءِ پرمٽ وٺڻ ضروري آهي ڇا؟ ڪيا ٽوبوٽا ڪار ته ڪانهي، جنهن لاءِ پرمٽ وٺجي.

پر سچ پڇو ته مون سنڌ ۾ ٽوبوٽا ڪار جي به اهڙين بيحرمتي ٿيندي ڪونه ڏٺي آهي. مريم وانگر پوتر موٽرون سنڌ ۾ سموري پوترتا موٽرن جي حصي ۾ آئي ۽ سنڌ جي عورت ٽتل ڦتل ۽ موٺ جي دڙي جي ڪنڊرن سمان.

پتا نڪاح جي، ادا خالق ادي مهروءَ کي پاڻ لاءِ حلال ڪيو هو، پر نون مهينن جي ڪشالي ڪاٽي ڪانپوءِ، اهو ننڍڙو پسون جيڪو ادي مهروءَ جو بدن چيري، ڪنهن انقلابي تحريڪ سمان نڪري تروار ٿيو، انهيءَ جو نالو اجتماعي طور ”حرامي“ رکيو ويو.

ادي مهروءَ تي زنا جو ناقابل معافي ڏوهه ثابت ٿيو هو، سو سنگسار جي رسم نڀائڻ کان اڳ ادي مهروءَ پنهنجو انت آندو. زندگيءَ جي انهن لمحن ۾ مون کي اها ڪل پئي ته ان کان اڳ، جو پيا سنگسار جي رسم نڀائين، ڇو نه پاڻ پنهنجو سنگسار ڪجي ۽ پنهنجن ئي هٿن سان صليب تي پڻ کي ٽنگي ڇڏجي.

ادا خالق تي زنا جو ڏوهه ثابت ئي نه ٿيو، پيلا اهو حرامي ٻالڪ ادا خالق جو بدن ته چيري نه نڪتو هو. ها، شايد اتي اچي پلصراط وارو ڳس شروع ٿيو هو. ادي مهروءَ جي مرڻ واري رات رلهيءَ جي اندر، اکيون پوريو مٿل مٿل پئي هيس ۽ انيڪ نامحرم ڏوهر جي ڪنڊن سمان بدن وڪوڙي ويا هئا. ڪابه دعا ياد نه آئي هئم. پيلا هجان ها ڪنهن مير پير جي ڏيءَ ته سيڪجهه بيحد معمولي پاسيم ها، پر تون ته چائين ٿو اسان ننڍين ذاتين وارا، وچولي طبقي جا ماڻهو سڄي زندگي عزت جي حصول لاءِ پيا ناڪام لانگ مارچ ڪندا آهيون سو اسان وٽ جي اهڙا هاڃا ٿين ته حويلين جي ڪوٺن ۾ دفن ٿيڻ بدران، گهٽين ۾ بينرن وانگر ٽنگيا ويندا آهن.

انهيءَ رات ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڪتا ڀونڪندا رهيا هئا ۽

هوائن جو شور وڌي ويو هو. ٻاهي واري ڪري ۾ آدي مهرو جو لاش پيو هو. حراميءَ ڪي دائي خبر ناهي ڪهڙيءَ پر اڇلائي آئي هئي، پر هن جي روئڻ جو آواز، منهنجي رت جي

هر بوند ۾ پڙلاءُ بڻجي سڄي رات گونجندو رهيو. مون تي جي ڪائنات جا وڏا وڏا راز بلڪل اوچتو فاش ٿي پيا هئا، تن مون کي هڪ ئي رات ۾ اجاڙي ڇڏيو.

ان رات، رلهيءَ جي اندر مون ۾ وڏا وڏا خوني انقلاب اچي ويا هئا. پاڻيو هئم ڇڻ مان هجان آدي مهرو. دادا خالق منهنجو بدن لوڀو ۽ ڪوپو هجي. منهنجي رت جي هرهڪ بوند ڇوسي هجي ۽ منهنجو ماس پٽيو هجي. ڇڻ زنا جو ناقابل معافي ڏوهه به مون تي ئي ثابت ٿيو هجي. مان ئي چوواٽي تي سنگسار ٿي هجان ۽ ماهو لنيڙو پسون، منهنجي رت جي بوند مان جڙيو هجي. ڦون مهينن جو ڪشالو ڪالي مون ئي هن کي تخليق ڪيو هجي.

سو ائين پلصراط جو دڳ شروع ٿيڻ کان اڳ، زنا جو ناقابل معافي ڏوهه ثابت ٿيڻ کان اڳ، ڪنهن نامحرم جي هٿن جي ڇهاءَ کان به اڳ ئي، تخليق جو سورور ڪرب محسوس ڪري ورتو هئم. ڪائنات جو سڀ کان خوبصورت ڪرب، تخليق جو ڪرب خالق بڻجڻ جو اتم احساس. پاڻيم رت جي هر بوند ۾ ڏيپڪ راڳ. پاڻيم انيڪ گلاب ٽڙي پيا هجن منهنجي رت جي هر بوند ۾.

خوشبوءِ تيز خوشبو، سڄو بدن، سورو روح واسجي ويو هئم. رلهيءَ جي اندر مان سڄي خوشبو ئي خوشبو بڻجي ويس، خوشبوءَ ۾ واسجي ويس. ملائڪن جي ڏنيي ڏرڻ جو ڏپ، پر پوءِ به اها خوشبو هر شيءِ تي ڪڙي هجي. صراط المستقيم سڄو خوشبوءَ ۾ واسجي ويو. پلصراط سڄو خوشبو. دوزخ جي باهه جا آلا خوشبو. جنت جي خوشبوءَ کان به تيز خوشبو.

۽ اها رات مون پل پل اهو ڪرب سٺو هو. انيڪ وار ماءُ بڻيس، انيڪ عيسي مون جنم ڏنا. تنهنجي پاسواليءَ مان

جڙڻ کان وٺي هيل تائين سان اهو ڪرب بيحد خلوص سان
پوکيندي ٿي اچان. جو مان جڙي ٿي آدم جي نسل جي واڌاري
لاءِ آهيان نه. اهو انقلاب من ۾ سانڍيو، وڏي خوني جنگ
جوڙي ڪانپور شهر اچي وسايم. ايم-اي جي ڊگريءَ لاءِ.
عزت جي قاتل ڊگريءَ ۾ علم جي ڪاغذي ڊگريءَ
جي چتي کڻڻ جي ناڪام ڪوشش. زنده رهڻ به ته منهنجي
هڪڙي ناڪام ڪوشش ٿي ته آهي نه. اها به ته ناڪام ڪوشش
آهي جو گهران نڪرجي هڪڙي اسٽيشن جو ٽڪيٽ پرس ۾
رکي ۽ ٽرين لاهي چڙهي ڪنهن ٻي اسٽيشن تي. زندگي سڄي
غلط اسٽيشنن تي لهندي چڙهندي گذري وئي. ۽ هاڻ ته ٿاڪ
تي رسڻ جي ڪلپنا به ختم ٿي وئي. پرس ۾ رکيل ٽڪيٽ
تي لکيل لفظ به مٽجي ويا.
توسان تعارف به ته غلط اسٽيشن تي منهنجو ڀريون پيرو
لهڻ هو. تعارف ته توسان ڪن ڪيڪون ڪان ٿي هو. تون آدم
جي نالي سان ۽ مان حوا جي نالي سان. پر هت اچي کهڙا
کهڙا نه ويس متاياسون، پر اندر جو ازلي روپ سو مٽجي ٿي
نه سگهيو. توکي ائين امالڪ آڏو ڏسي لڳ ڪانڊارجي ويا هئم.
'نامحرم جو نظر بدن تي پئجي ويو ته قيامت جي
ڏينهن ملائڪ ڏنڀ ڏيندانو.'
۽ مون بدن ڍڪڻ لاءِ ٻئي هٿ پوتيءَ ۾ وڌا هئا. تون
ٺهڪ ڏئي کلي پيو هئين.
"بلڪل سنڌ جي روايتي عورت آهين. جيڪا نامحرم کي
ڏسي پوتيءَ ۾ پاڻ لڪائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي آهي."
پر منهنجي من ۾ ته واسو هو ڏاڏي بيبيءَ جو.
"نڪولو ميڪاولي چئي ويو آهي ته: شرم محض حوصلي
جي گهٽتائيءَ جو نالو آهي." ڏاڍي گهري چوٽ هئي.
حوصلو- جيڪو ڪنهن به دور ۾ مون ۾ نه هو، جي
هجي ها ته توسان بغاوت جي جڳ پراڻي ڪلپنا جي تڪميل
نه ڪريان. سچ پڏائين ته برسات جي ان پنل رت جي ڀرڻ

پل ۾، جڏهن توسان تعارف ٿيو هو، مون کي پل اپل لاءِ تاريخ

جون خوني جنگيون ياد اچي ويون هيون. پهرين مهاڀاري جنگ، ٻي مهاڀاري جنگ. رت جو وهندڙ گهرو درياهه، جنهن جي هن پار تون بيٺو هئين ۽ هن پار مان.

”ڇا ٿي سوچين؟“ ڇرڪي، موٽي آئي هيس. في الحال ان نڪر ۾، امن ۽ آشتيءَ جو واسو هو، جنهن ۾ تون ۽ مان بيٺا هئاسون. چاهيو هئم ته پنهنجي چوڌاري دائرو ٺاهي ڇڏيان ته جيئن ان دائري جي اندر تون ڪڏهن به اچي نه سگهين. صدين تائين دائري جي ٻاهران جوڳ وڄهيو ويٺو هجين. پر دائرو ٺهي نه سگهيو ۽ قيامتون اچي ويون، تو سميت دائري جي اندر.

اها سڄي رات ننڊ نه آئي هيم. اها رات ڪيئن نه هئي، پر مان سڄي ڏڪي رهي هيس. اندر ئي اندر سڄي سراپجي وئي هيس. خبر ناهي ڪنهن مٿان گرم گرم سوڙ وجهي ڇڏي هئي. تپجي پيس ۱۰۴ — ٿرماميٽر جي فتواح.

ڏاڏي ٻيبي سڄي رات سپنن ۾ ايندي رهي. مان سوڙ جي اندر زور زور سان الحمد پڙهڻ لڳيس — اهدنا الصراط المستقيم — پانيم ته منهنجو آواز ڏڪي رهيو آهي.

’قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنب ڏيندا.‘ ’نامحرم اهو آهي، جنهن سان نڪاح جائز آهي.‘

ننڍي هوندي جي مريم، زور زور سان نور نامو ۽ قرآن پاڪ پڙهڻ لڳي. ڏاڏي ٻيبيءَ جون نصيحتون، نيزا ۽ ڀالا کنيو دل نگر ۾ رقص ڪرڻ لڳيون. نيٺ ايڏي خوني جنگ ڪانپوءِ مان هارائجي ويس. مون دائرن جون ليڪون ڊاهي ڇڏيون. پنهنجي ازلي شڪست آڏو ڪنڌ نوائي ڇڏيم. مان سڄي واسجي ويس تنهنجي خوشبوءِ مان. ڏاڏي ٻيبيءَ جي اچڻ جا ميٺي دروازا بند ڪري ڇڏيم.

ڇڪبي ويس. ڇڇنڊي ويس. پرندي ويس.

ٻئي ڏينهن به تپ ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو هئم. منهنجي روم

روم ميٽ به هلي وئي هئي. مان هيڪلي کٽ تي پئي هيس. هلڪي هلڪي خوشبو اچا تائين چئني طرف ٻکڙيل هئي. اڪيون ٻٽيم- اڄ جنو احساس هو جيڪو رڳ رڳ ۾ پکڙجي آيو هئم. سڄ دري ۾ لهي آيو هو. الاء ڪاڏون ٻهر هو، جو روم ميٽ به موٽي آئي ته به آڪيلائپ جو احساس نه گهٽيو. الاء ڇو اڪيون پرجي آيون هئم.

"ڇا ٿيو مريم؟"

"—" چپ چورڻ چاهيم ير سوچيم ڇا ڳالهائيندس. ڪي ڪي ڳالهيون محض ان ڪري چئي نه سگهيون آهن، جو Ego جا اوچا ڪوٽ اڳيان اچي ويندا آهن. ائين به جنهن شيء کان پري رهڻ جو سبق ننڍي هوندي کان سکيو هئم، ڪيئن ٻڌايان ها ته اڄ اها شيء منهنجي اندر ۾ واسو ڪري وئي آهي. اجا به من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ No Parking جو بورڊ لڳل هو.

"شروع شروع ۾ هر ڪنهن کي گهر ياد ايندو آهي، پر هوريان هوريان سڀ ٺيڪ ٿي ويندو." هن پانيو ته شايد گهر جي سار آئي اٿم. مان چپ رهيس. اندر ئي اندر پرندي رهيس- هوء ڳالهائيندي رهي. هن جو آواز جڻ پري کان اچي رهيو هو.

ٿي راتيون- زندگيء جون بيحد ايذائيندڙ راتيون. پور جون پاوتائون. مان گناهه ۽ ثواب جي وچ ۾ لٽڪندي رهيس. دوزخ ۽ جنت جي وچ ۾ ڀٽڪندي رهيس. اهي بدن جون قطري خواهشون هيون يا محبت جو احساس. انهيء جي ڪٿ ڪرڻ تڏهين بيحد ڏکيو هو. هاڻ سمجهان ٿي ته گهٽ ۾ گهٽ محبت ته ڪانه هئي.

اسان بدن جي قطري خواهش کي محبت جو ڪوڙو نالو ڏئي اندر جو گند لڪائڻ چاهيندا آهيون. نه ته محبت جي جنگ ۾، هڪٻئي جي جسمن جي حصول جو نظريو ڇو هر شيء تي ڀاري هوندو آهي. -محبت ۾، هر شيء کان وڌيڪ هڪٻئي جا جسم ڇو ايڏا پر ڪشش هوندا آهن. سو جيڪر

معاملو جسماني خواهشن جي تڪميل جو ئي آهي ته پوءِ بستري ۾ ساڻ ڪنهن جو به بدن هجي، ڇا ٿو فرق پوي؟
زندگيءَ ڇا ڇمورا هاڃا سهڻ ڪانپوءِ جيڪي تجربا حاصل ڪيم، انهن مان هڪ اهو ته دنيا ۾ بهرحال محبت ڪان وڌيڪ اهم ٿن وقتن جي ماني آهي. سو انهن ٽن راتين ۾ تنهنجي حصول جو نظريو هر شيءِ تي ڳرو هو. هر خواهش جو امڪان تون هئين. ڪيڏي احساس شڪستگي سمائجي آئي هئي مون ۾.
ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين ڪانپوءِ مان روم مان ٻاهر نڪتيس ڇموري ڪائنات بدليل بدليل لڳي هئم. منهنجي پنهنجي Identity ختم ٿي وئي هئي.
۽ پوءِ تنهنجو هٿ پڪڙي، رستن تي Walk ڪندي زندگيءَ جي انهن لمحن ڪي ڪيڏو نه اهم پائيندي هيس. آهي پل ڇموري ئي زندگيءَ جو حاصل بڻجي ويا هئم.
”سنيالي سنيالي وڪون ڪٽجٽن، مريم حسين!“ منهنجي روم ميٽ، هڪ ڏينهن منهنجين اکين ۾ ائين ليٿو پاتو هو، جو سڄي سراپجي وئي هيس. اڙي آهي لفظ اڪ به ته ڪڏهن ٻڌا هئم. گهٽا ڏينهن اڳ امان چيو هئم: ’هاڻ زندگيءَ ۾ سنيالي سنيالي وڪون ڪٽجٽن‘. ڇا ڇا نه ياد اچي ويو هئم. سيدن جي حويليءَ جا اوچا ۽ مقدس برج. ’نامحرم جو نظر بدن تي پئجي ويندانوَ ته قيامت ڏينهن ملائڪ ڏنب ڏيندانوَ.‘ ’زال جي بدن ۾ شيطان لڪل هوندو آهي ته وبهنديون ڪريو نامحرمن جي سامهون.‘ مان اندر ئي اندر هيسجي ويس. منهنجي روم ميٽ ڪنهن ايماندار جج جيان سونکي گهوري رهي هئي. ڏڪڻي ورائي وئي هئم. گيان ڏيان ۾ ڪر، مان اماڻڪ ڇرڪي پيس.
ٽپ-ٽپ. برسات اندر ئي اندر پوڻ لڳي. مان سڄي پسي ويس برسات جي بوندن ۾. اهو سيڪجهه جيڪو وسري ويو هئم، سو سٽ ڏئي هانوَ تي هري آيو هئم.
”مريم حسين. اسان عورتون لئهن غريب ماڻهن وانگر آهيون، جيڪي جهاز جو سفر افورڊ نه ڪري سگهندا آهن، پر

ان سفر جا سپنا ضرور ڏسندا آهن ۽ جيڪڏ خوشنصيبيءَ سان چڙهي به پون ته ماڪ تي رسڻ کان اڳ انهن جا جهاز ڪرئش ٿي ويندا آهن. توهان به خيال ڪجئين ته مريم حسين My dear friend تون به جنهن جهاز ۾ سفر ڪري رهي آهين، ڪٿي اهو به ماڪ تي رسڻ کان اڳ ڪرئش نه پوي.“ ڪيڏو زهر هو هن جي لهجي ۾. مان اندر ئي اندر ٻرندي رهيس.

”بڪواس نه ڪر.“ پٺ ڏانهن پاسو ورائي اکيون ٻوٽي ڇڏيون هئم. پر هوءَ ڏاڍي بي‌بي جو روپ ڌاري منهنجي اندر ۾ ٿي گهڙندي آئي.

”اسان عورتون، مردن لاءِ بيحد خوبصورت جاپاني رانديڪا آهيون. ۽ جاپاني رانديڪا ڏاڍا نازڪ ٿيندا آهن. جان! وقت کان اڳ ٽٽي پوندا آهن.“

زهر جو درياءَ. گهرو ۽ اٿاهه. مون ڪنڌ ورائي هن ڏانهن نهاريو. هن جو چهرو منهنجين اکين ۾ سج جي گولي وانگر چُڀڻ لڳو. منهنجيون اکيون پاڻ ئي پاڻ ٻوٽجي ويون. پريءَ ڪنهن عرب شاگرديائيءَ جي روم مان، قاهره ريڊيو تان ام ڪلثوم ڳائي رهي هئي- لفظ نه سمجهيا هئم، پر ائين پئي پيو هئم ڄڻ درد جون صدائون هيون جيڪي چارئي پکڙيون ٿي ويون. زندگي به- واٽي تي اچي بيهي رهي هئي، ايترا سارا دک، هيڪلائپ ڪيئن پوکيا، زندگيءَ جا اهي پل ڪيڏا ايذائيندڙ هئا. منهنجيون اکيون پوسڻ لڳيون هيون. مون دريءَ کان ٻاهر وشال نيري آسمان ۾ خدا ڏانهن نهاري من ئي من ۾ دعا گهري هئي: ”منهنجا رب، زندگيءَ جا سمورا هاڃا، هن لمحي مون تي ظاهر ڪري ڇڏ.“ مان اندر ئي اندر پسندي رهيس. مرحوم دکم- دکم.

سڄي رات جي خوني جنگ کانپوءِ اها ئي ازلي شڪست. لمحي لمحي جي اها شڪست تڏهن پنهنجي جيت پائيندي هيم. من جا ماهرا ڇو ايڏا الجهيل ٿيندا آهن جتي اونداهيون به روشنيون پاسنديون آهن. روشنيون ئي روشنيون. زندگي سڄي پيرس جو شهر بڻجي وڃي ۽ پوءِ اهڙي سمي جيڪڏ ڪو

ايٽم بم وشال نيري آسمان تان نازل ٿئي ۽ اهو ٿي پيرس هيروشيما بڻجي وڃي ته۔ شايد ان کان وڏو ڪو هاڃو دنيا ۾ نه هجي.

حالتن سان Compromise ۽ اهي حالتون ڪهڙيون هيون؟ منهنجو تنهنجي پوبان جنمن جو پنڌ ڪن. ڪيڏو پاڻ کي سمجهايم ته مريم حسين! اڳين نه ٿئي جو تنهنجو جهاز ماڳ تي رسڻ کان اڳ ڪرئش ٿي پوي. ڏس مريم حسين! ڪٿي تنهنجو انجام به اهڙي مهروءَ وارو نه هجي.

ڪيڏي ڪوشش ڪيم پر۔ ننڍي هوندي کان پڪو هئم ته ازل کان جيڪو ڪجهه ڪرم ۾ لکيل هجي، سو مٽجي ناهي سگهندو ۽ مون کي ته ڪرم ۾ لکيل ليک ريٽڻ جي عادت ٿي ڪانه هئي.

”توکي ڏسي مريم حسين! مون کي ڪا آسماني مقدس آيت ياد اچي ويندي آهي.“

ايڏو وڏو اعزاز. سرخرو ڪيئن نه ٿيان ها پلاءِ مقدس آسماني آيت جو نالو ڏئي هڪ وار چيو هيئي: ’خبر اٿئي مقدس آيتون چمڻ جو ڪيڏو ثواب آهي‘. پوءِ جڏهن مقدس آسماني آيت کي چميو هيئي تڏهن اندر ۾ خوشبو ئي خوشبو پکڙجي وئي هئي. اگربتيءَ جي پراسرار خوشبو. لوبان جي خوشبو. خوشبو جيڪا قبرستان مان ايندي آهي. پنهنجو پاڻ ڪيڏو نه پراسرار ڀاسيو هئم.

رات جو ستي ستي اک پٽجي پيم: ’ڇهري تي نامحرم جي پليت چپن جو ڇهاءُ.‘ ’قيامت جي ڏينهن تنهنجي ڇهري کي دوزخ جي باهه ۾ ساڙيو ويندو مريم حسين!‘

اگربتي ۽ لوبان جي خوشبو تيز ٿي وئي. سڄو روم واسجي ويو هو. سمورو روم بڻجي ويو هو قبرستان ۽ قبرستان جي هن پار نظر اچي رهيا هئا سيدن جي حويليءَ جا اوچا برج.

پڙهه ’اهدنا الصراط المستقيم، صراط الذين‘ مون من ئي من ۾ اهي لفظ ورجايا.

آن رات منهنجي روم جي لائٽ آف هئي پر سج جهڙي روشني پکڙيل هئي چارسُو. خير ناهي اها روشني گناه جي هئي

۽ ثواب جي، گناه ۾ ۽ ته ڏاڍي روشني ٿيندي آهي. چانڊوڪي
رات جهڙي ٿڌي روشني. جيڪا رڳ رڳ ۾ عجيب سحر ڇڪيڙيو
ڇڏي. روشني، جنهن ۾ اگربتي ۽ لوبان جي پراسرار خوشبو هجي.
پلا انسان جا احساس، ڇڪاءو جو برش ته ناهن جنهن
سان ڪوبه روپ جڙي ته ساراه جوڳو هجي. پاڻيءَ جو هڪڙو
ڦڙو پوڻ سان رنگ ته پکڙجي سگهن ٿا. روپ جي سندرتا ۽
ته ختم ٿي سگهي ٿي نه.
پاڻيءَ جو اهو هڪڙو ڦڙو، جيڪو مٿان اڇي پيو هئم
۽ رنگ سمورا پکڙجي ويا هئم. روح جي حيوانيت ۽ بدن جي
پوترتا ۾ اهڙا انگ آهن، جن کي Plus ته ڪري سگهجي ٿو،
پر Minus نه.
سو نتيجو (؟) شڪست— اها ئي ازلي شڪست.
”خبر اٿئي ساڻهو ڇا پيا چون؟“ دريءَ وٽ رکيل
ڪنڪٽس جي بوڙي وٽ بيٺل منهنجي روم ميٽ جو چهرو،
ڏاڍي بي بيءَ جو روپ ڌاريو بيٺو هو. گهبرائي اکيون پوري
ڇڏيون هئم.
”ڇا ٿا چون؟“ بي انت سانت ڪانپوءِ الاءِ ڪيئن چپ
چوريا هئم.
”اِهوئي، جيڪو چوڻ جو حق هنن کي ازل کان آهي.“
مرد واءُ اندر پر پکيڙي رهيو هو. هن دري جا طاق بند ڪري
ڇڏيا ها“—
”چون ٿا ته مير آصف علي خان— هڪ ئي وقت ٻن
مرسيڊيز ڪارن جو مالڪ، ڪنهن ڏينهن توکي انهن ڪارن
هيٺ ڇيپاڻي ڪنهن بئي دڳ هليو ويندو ۽ مس مريم حسين!
توکي گهر واپس وڃڻ لاءِ ڪا رڪشا به نه ملندي.“
”ساڻهو مون کان سڙن ٿا.“ چيو ته هئم، پر اندر ئي اندر
سڄي سراپجي وئي هيس. هن جي ايڏي خوفناڪ ڳالهه کان.
ڇڻ هن ٽين مهاڀاري جنگ جي اڳڪٿي ڪئي هجي. ٽين
مهاڀاري جنگ جيڪا منهنجي اندر ۾ لڳي هئي.

ڪنهن بيحد شريف ماڻهوءَ وانگيان، اسان عورتون به سڄي زندگيءَ اهو هڪڙو جملو 'ماڻهو ٿا چون' زهر جي ڪساري ڍڪ ڍڪ ڪري پيئندا رهيون آهيون. ان ڪري ئي اهڙي ماحول هيٺ ڪان هيٺ لاهيندڙ رهيون آهيون.
من سڄي نه سڄي، اندر ۾ ڪيڏو به ڏوندڙ پربل هجي، پر پوءِ به زندگي سڄي شرافت جي ڪوڙي خول اندر پوسائبا رهون.
سو اڄ به انهيءَ هڪڙي جملي 'ماڻهو ٿا چون' کان ائين هيسجي ويندي آهيان، جيئن ننڍي هوندي، جنن ۽ ڀوتن جي خيال کان سڄي سراپجي ويندي هيس.
مقدس آيتون پڙهڻ جو ثواب به، تو پل پل ڪري ڪٽيو.
'تنهن ڪان چوٽي' تائين ايريل ٿوهر جا ڪنڊا. ۽ سيڻي ڪٽڻ دوزخ ڏانهن ويندڙ، 'حوا جي بدن جو سڀ کان وڏو حقدار آدم آهي'.
سو ڪنهن اعليٰ درجي جي اديب وانگيان تنهنجا سيڻي حق ۽ واسطا قائم رهيا ۽ منهنجا سيڻي حق ۽ واسطا محفوظ.
زندگي جڏهن هئي ئي چيپل پروگرام تحت- پوءِ احتجاجي نعرن ۽ ٻيهرڻ جو فائدو؟ ۽ پوءِ- ٿيو ائين جو، هڪ پيرو اهو جهاز، اسالڪ، ڪرنش تي پيو جنهن ۾ مان- مس مريم حسين- سفر ڪري رهي هيس. ڪائنات جو سڀ کان وڏو هاجو.
سرءُ جي انهيءَ بيمار ۽ اداس نما شام جي آخري لمحن ۾، جڏهن هوٽل جي روم ۲۲ مان باهر نڪتي هيس ته پل اپل لاءِ جلاوطنيءَ جو احساس ٿيو هئم، لڏ-پلاڻ جو احساس. ماضي کان ڇڄي ڌار ٿيڻ جي پيڙا. رڳ رڳ ۾ ڏوندڙ جي ڏٻ پرجي آئي هيم. پليتائي ۽ پاڪائيءَ جي صليب تي لٽڪيل مان.
بستري تان اٿڻ مهل چاهيو هئم- چاهيو هئم ته ڊريسنگ ٽيبل جي آرسي اکيان بيهي- هڪڙي تڪ اجلايان پنهنجي چهري تي. جنهن تي انيڪ ڳاڙها ۽ نيرا داغ پکڙجي ويا هئا. ڪارانهن جا ٽڪا پيشانيءَ تي سجايل.
اسان چوندي هئي نه نيائين جي پيشانين تي نور وسندو آهي. نور جو ڪو ننڍڙو ٽرورو به ته نه رهيو هو منهنجي پيشانيءَ تي. ڪپڙا پاتا هئم، پر- پر ڇا ڪپڙا پائڻ مان اندر

جي تنگائپ ڏيکاري سگهي ٿي. جڏهن اگهاڙپ اسانجن ڇهڻ مان ٿي ٿي بکي ته پوءِ ڪپڙن مان اگهاڙپ ڏسڻ جي ناڪام ڪوشش ڇو.

رستي تي نڪري آئي هيس، سگريٽ ۽ پرنڌڙ ڳانڍڻ سمان، نس-نس ٻري رهي هير. تنهنجن چپن ۾ الڪيل سگريٽ سمان هوريان هوريان دکي رهي هيس. فردوس سئنيما وٽان اچي بس پڪڙي هئم. نستو نپل بدن سيٽ تي چڙهي اڳوڻ پوري چڙهيون هئم ۽ بند اکين ۾ گهڙي آيون انيڪ مارو ٿيون- سيدن جي حويلي جا اوچا برج. ڏاڏي بي بي جو چهرو. اهدنا الصراط المستقيم جون صدائون. اکين ۾ پائينم ڪنهن مرچن لپ ڀري چڙهي هئم. ائين پائيو هئم. پانءِ- اجهو- هينئر- هن لمحي- جنت مان تڙجي نڪتي هجان. تڙجڻ جو اهو احساس ڪيڏو ڏنجائيندڙ هو. چاشوري ڏانهن ڊوڙندڙ بس ۾ پاڻ کي دلاسا ڏنا هئم ته- مريم حسين! تون حوا- آدم جو خوبصورت رانديڪو آدم جي نسل جي واڌاري جو ذريعو- آدم جي نفس جي تڪميل. پوءِ مريم حسين! جيڪا شئي هجي ٿي لوٽڻ ۽ ڪوٽڻ لاءِ، پوءِ انهيءَ جو ايڏو غم ڇو. تون (حوا) ته آهين آدم جي بستري جو شو پيس. پوءِ ان هاڃي تي ايڏو ماتم ڇو.

شايد اکين ۾ ڪجهه پرجي آيو هو، جو پر ۾ ويٺل ڪنهن ڇوڪريءَ پڇيو هو روئڻ جو سبب ۽ اهو به ڪيڏو نه واهياتپڻو آهي، جو من ۾ سانڍڻ جهڙا دک چوواٽي تي پڌرا ٿي پون، ۽ پوءِ جيڪر مان هن کي ٻڌائي به چڏيان ها ته- اجهو- هينئر- هن لمحي- مان پنهنجي بدن جي سموري پونرتا مير آصف علي خان جي کيسي ۾ چڏيو پئي اچان- ته پوءِ ڇا هوءِ ڳرائي پائي منهنجو دک ونڊي ها؟- ڪيڏي تيز محسوس ٿيان ها هن کي. انهيءَ ٿي پل- سنگسار نه ڪري ها مون کي! ۽ پوءِ چوواٽي تي بيهي پڪاري پڪاري نه چوي ها ته: لوڪو! اچو هن کي زنا جي ناقابل معافي ڏوهه ۾ سنگسار ڪريو.

چوواٽي تي اندر جي اگهاڙپ ظاهر ڪرڻ به ته ڪيڏو ڏکيو آهي. سو تاربندي جيو هوماڻس ته تپ مٿان اٿي آئي

آهيان، مٿو پيو ڦريم ۽ هوءِ ڪيتري دير منهنجي انڪار جي باوجود به منهنجي مٿي کي زور ڏيندي رهي هئي. -وچيو هئم ته جيسين تائين هڪ ٻئي تي اسان جا عيب ثواب نٿا ظاهر ٿين تيسين تائين، اسان هڪ ٻئي لاءِ ڪيڏا اتم ۽ قابل احترام هوندا آهيون.

هاسٽل ۾ اڄ ڪٽ تي پاڻ چڙ ڏنو هئم، ٻي ڪنهن روم مان رکيو رکيو ٿي ٺهڪن جا آواز آيا، روڊ تي بسن جي هارنن جا آواز، ۽ هيٺ ڪنهن اوچن سُرن ۾ هي ڪو فلمي گانو ڳايو. پل اهل لاءِ اڪيلائپ جو احساس ورائي ويو هئم. ڪليل دريءَ ۾ اچي ويٺي هيس. اڪيون پوري ڇڏيون هئم. ۽ پريان ڪٿان آواز ٿي ايريو. بلي شاه جي ڪافي جو:

اندر خواب وڇوڙا هويا، خبر نه پيندي تيري
سُنجي بن وچ لٽي سائيان، چور شنگ ني گهيري

بن وچ لٽي سائيان- بن وچ لٽي سائيان- چور شنگ ني گهيري- اندر خواب وڇوڙا هويا- اندر خواب وڇوڙا هويا- خبر نه پيندي تيري-

’قيامت جي ڏينهن ملائڪ- ڏنب ڏيندا.‘

سچي سرايجي. وہس. ايڏي وڏي سزا. هيڪلي سر ڪيئن يوکيي- مريم حسين!

اندر جا هاجا، شايد چهري تي ميل جو پٽر هوندا آهن. چهري تي شايد اندر جي قيامت جا پوسٽر لڳل هوندا آهن. تڏهن ته جنو ڪڏبو هئم، پڇندو هئم: ’تو کي ڇا ٿيو آ- مريم حسين!‘

يئو جا پاو. بائيبل ۾ پڙهبو هئم ته- اوهان جا گناهه نيٺ به اوهان کي ڳولهي لهندا. اٿين پاسندو هئم پاڻ ۾ ڪنهن پل، آمالڪ ڪاريڊور ۾ هلندي اهي گناهه اچي ڳچيءَ کان جهليندا؟ ڪاري گائون جي اندر، ويڙهيل سيڙهيل لڳ ڀڳ سمورا ڪاندارجي وبندا هئم. مڙي مڙي پويان نهاريندي هيس.

تون شايد سمجهي نه سگهين ته ان ڏوهاريءَ جي ڪهڙي حالت هوندي، جنهن کي ڪنهن لمحي به موت جي

-زا مليل هجي. ڪنهن دهشت پسند گروهه جي ليڊر جيان انڊر-
گرائونڊ (Underground) رهڻ به نه ڏکيو هوءِ. جو مان ته
بهرحال هيس. سنڌي معاشري ۾، وچولي طبقي جي بيحد عام
ڇوڪري.

ڪيئن نه ايڏو وڏو هاڃو لڪائڻ چاهيو هئم. پر، ماڻهن
جي اکين جي گهور ۾ وڃي ٿي تکي ٿيندي. ماڻهو اسان جي
اندر جي اونهائين تائين ڪيئن اچي رسندا آهن. هتي جون
آڱريون صرف گناهگارن تي کڻڻ لاءِ تخليق ٿيون آهن؟ ڪنيل
آڱريون اکين ۾ توهر جي ڪنڊن سمان چڀنديون پانيون هئم.

رات جي گهور اونداهي ۾ سڄي هاسٽل جي لائٽ آف
ٿي وئي هئي، تڏهن اونداهي ۾ منهنجي روم ميٽ جو آواز
اڀريو هو. ”زندگيءَ جي ان موڙ تي بيهي ڇا ٿي محسوس
ڪرين مريم!“

جيڪر ان لمحي پل اهل لاءِ ٿي سهي لائٽ آن ٿي وڃي
ها ته شايد هوءَ منهنجي چهري تي پکڙيل پيڙا جا پاڇولا به
ڏسي سگهي ها. ”ڪهڙو موڙ ٿي چوين؟“ سندس ڳالهه لنوائڻ
چاهي هيم.

”اهو ئي موڙ. جڏهن اوچتو جهاز ڪرنش تي پوي ۽
گهر واپس وڃڻ لاءِ ڪا رڪشا به نه ملي.“

”پر مان هر حالت ۾ گهر واپس ويندس.“ پانيو هئم ته
منهنجو آواز هوريان هوريان ڏڪي رهيو هو.

”ڪهڙو گس وٺي وينديئن؟“

”جنهن گس تان آئي هيس.“ پر ان ڳالهه جو ته اڇا
پاڻ کي ئي يقين نه ڏياريو هئم.

”ڏکيو آ مريم حسين. اسان سنڌي عورتن لاءِ واپسيءَ
جو ڪو به گس نه هوندو آهي. اسان جا سمورا گس ويندا آهن
دوزخ ڏانهن. زندگيءَ جي دوزخ ڏانهن.“

ڪا به ڳالهه نه سجهي هئم چوڻ لاءِ، لفظ ڪٿي پيا هئم.
انيڪ پل روم ۾ موت جهڙي سانت پکڙيل هئي.

”ڪجهه ته ڳالهائي مريم- ماڻهو ته الاهه ڇا ڇا پيا چون.“

”ماڻهن جو چوڻ ۽ اسان جو برداشت ڪرڻ ته بيحد
فطري عمل آهي.“

زندگيءَ جي ان لمحي جڏهن مان هن سان گهور اونداهه
۾ ڪيڏي اعتماد سان (بظاهر) ڳالهائي رهي هيس. ها، زندگيءَ
جي ان لمحي ۾ مون پاڻکي ڪائنات جي سڀ کان ڪمزور
شيءِ محسوس ڪيو هو. جڻ مان ڪنهن تاريخي عمارت جي
بيحد ڪمزور ديوار هجان. اسان اندران پوڙ پوڙ ٿي پئون، پر
ٻاهران ڪيڏا مضبوط پيا هلندا آهيون. وڏي ۾ وڏو هاڃو سهڻ
ڪانپوءِ به فيصلو نه ڪري سگهندا آهيون ته اسان ڪمزور آهيون
يا مضبوط. پوءِ به ماڻهو ڪيئن اسانجي اندر جي اونهائين تائين
اچي رسندا آهن. ۽ پوءِ زندگيءَ جي ڪنهن بيحد ڏنڀيندڙ لمحي
۾، تخليق جو ڪرب نس-نس ۾ زهر جي ڌارا سمان پکڙيو
پانيو هئم. رت جي هر اها بوند (جنهن سان آدم جو نسل تخليق
ٿيندو آهي) جيڪر بدن ۾ رهجي وڃي ته— اها ڪا نئين ڳالهه
نه ڪانهي. ڪٿي پڙهيو هئم: ’عورت جي رت جي هر ڪا
بوند تخليق جو نشان آهي.‘ پر مان سڄي سراپجي وئي هيس.
ڪائنات جو سمورو سراپ منهنجي نصيب جو ڏک آهي.

ادي مهروءَ جي تخليق جو ڪرب ڪيڏو خوبصورت
پاميو هئم. اهو ڪرب جڏهن، پنهنجي نس نس ۾ پکڙيو پانيو
هئم ته پانيم ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسي پئي هجان. اڪيلائيءَ
۾ ڪو ٻيو، وڻ وبڙهيءَ جيان وڌندو هئم. اندر ئي اندر،
ڪو رت چوسي رهيو هئم. پرچي وئي هيس، پر انهيءَ پرچڻ ۾
به ڪيڏو ايذاءُ هو، ٽانڊا ٻري پيا هئم، رت جي هر ڦڙي ۾.
شاور هيٺ انيڪ پل ٿڌي پاڻيءَ ۾ پاڻ پسائڻ ڪانپوءِ به باهه
وٺي ٿي تيز ٿيندي.

ڪيڏي پراسرار ٿي پئي هيس. رات جو— ننڊ ۾—
جاڳندي، سيّدن جي حويليءَ جا اوچا برج، ڏاڏي بيبيءَ جو
چهرو— پنهنجي گهر جو اڱڻ پرڻ لڳو هئم. پڙهه: ’اهدنا الصراط
المستقيم‘ پر جپ ڪيچي پئي هئم. پاڻ ٻرندڙ باهه تي، اگهاڙن
پيرن هلي رهي هجان. چئني طرفن هتا دوزخ جي باهه جا آلاء.

پلصراط تي اچي بيٺي هيس. ڪيئن نه بوند_ بوند ڪري پنهنجي بدن جي پورترا ساڙيا هئم. ڪيئن ڪيئن_ نه پنهنجي بدن جو شيطان لڪايو هئم.

پر_ جڏهن بهشت مان تڙجي نڪتي هيس. تنهنجي ڇپن ۾ الڪيل گولڊ ليف جي سگريٽ جيان هوريان هوريان دکي رهي هيس. ڪيڏو ڪوٽ هو منهنجي من ۾. ۽ منهنجي بدن ۾ هن جون پاڙون وبون تي گهربون ٿينديون. ان کان اڳ جو ميڪجهه ظاهر ٿي پوي ۽ ساڻهو گهٽلي وڃنم. عمر فاروق رض جي دور ۾ سنگسار جي رسم نيائڻ لاءِ_ هڏندڙ دل سان سامان پيڪ ڪيو هئم_ ائين پانيو هئم جڏهن اباڻو گهر ڇڏي رهي هجان. هڏو هئم ته عورت جو ڪوبه گهر ڪونهي، هوءِ ازل کان بي گهر آهي. ان رات_ راهيءَ اندر ويهاڻي ۾ منهن ڏئي ساري رات روئندي رهي هيس_ زندگيءَ جا سمورا پيچ ۽ پاپ آڏو اچي بيٺا هئم. ڏاڏي بيبيءَ وٽ ياد ڪيل دعائون پڙهڻ چاهيون هئم. پر چپ ڪپجي ويئي هئم.

پٺي ڏينهن جڏهن چوڪيدار کي سڏي، پيڪ ڪيل سامان کڻايو هئم تڏهن بستري ۾ سٽل روم ميٽ، رلهيءَ مان منهن ڪڍي پڇيو هو، ”ڪيڏانهن؟“ ”گهر.“ الاهه ڪيئن اڪليو هئم اهو ننڍڙو لفظ.

”موٽي اچڻ لاءِ تي وڃين؟“ سمورو سامان پيڪ ڏسي پڇيو هئائين.

”شايد_ نه.“ اهو چوندي اکيون پوسرڻ لڳيون هئم.

”ها مريم. جي گهر ۾ پناهه ملنئي ته موٽي نه اچجئن.“ پري کان هن جو آواز ايندو محسوس ڪيو هئم. ”۽ جي نه ملنئي ته موٽي اچجئن، جو پنهنجن جو سنگسار پراون کان وڌيڪ جهورينڌڙ هوندو آهي.“

اکين ۾ ڪنهن مرڇن لپ پري ڇڏي هئم. ڪيڏيون پوسرائي رهيون هئم اکيون.

”پر توکي پناهه نه ملندي مريم حسين. ڪائنات جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ نه. جن جي نصيب ۾ پناهگاهون هونديون

آهن، سي ڪڏهن به جلاوطن نه ٿيندا آهن.“ ڪيڏو زهر هو هن جي آواز ۾.

سان تيزيءَ سان روم سان نڪري آئي هيس. بس ۾ وهندي سڄي جهري پئي هيس.

اندر خواب وڇوڙا هويا، خبر نه پيندي تيري
سنجي بن وچ لتي سائيان، ڇور شنگ ني گهيري

ڪيڏو عجيب هئو موتن جو انداز. هتي ۾ ايراي جي ڏڪري نه هئو، پر بدن جي اونهائين ۾ تخليق جي ڏڪري پريل هئي. اسان گهران نڪرندا آهيون ته ڪيڏيون اميدون ۽ سپنا

کيسن ۾ پريل هوندا آهن. پر واپسيءَ ۾ موٽندا آهيون ناڪامين جي ڏکهي فهرست ساڻ ڪري، ڪيڏي شدت سان پيا چاهيندا آهيون ته، ڪاش گهر پهچڻ کان اڳ، وات تي ڪٿي ڪو حادثو ٿي پوي، پر حادثا تڏهين ٿي ٿيندا آهن، جڏهن اسان نه چاهيندا آهيون.

بس ۾ تڏهن گوٺ ويندي ڪيترا پيرا دل چيو هو ته وات تي ڪنهن اجنبي ڳوٺ ۾ لهي پوان. ڪنهن ناڪام تحريڪ جي اڳواڻ جيان underground ٿي وڃان، ڇو (؟) اسان پنهنجي ئي وطن ۾ جلاوطن ٿي ويندا آهيون. گهر هوندي به پاڻ کي بي گهر محسوس ڪندا آهيون. ڪائنات جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ ڪابه پناهگاهه نه لڀندي اٿون. بهشت مان تڙجي نڪرڻ کانپوءِ ڪٿي به ته پناهگاهه نه لڌي هئو ۽ تولاءِ ڪائنات سڄي پناهگاهه بڻجي وئي هئي ۽ مان جڳن کان تنها ڀٽڪندي رهيس. سچ چيو هئائين ته: جن جي نصيب ۾ پناهگاهون هونديون آهن سي ڪڏهن به جلاوطن نه ٿيندا آهن.

هر گناهه ۾ تون ۽ مان برابر جا شريڪ ٿيون ته به گناهن جا داغ صرف منهنجو ئي پلاند ڇو ٿا آلو ڪن. منهنجي بدن جي نس نس گناهه جو ثبوت بڻجيو وڃي، ڇو منهنجي ئي بدن ۾ مون لاءِ دوزخ جو عذاب رکيو ويو آهي.

روايت آهي ته: هڪ ڀيرو جڏهن مرد ۽ عورت ڪي زنا

جي ناقابل معافي ڏوهه ۾ سنگسار ڪيو ويو ته مرد عورت کي
ٺڳڻ کان بچائڻ لاءِ عورت جي مٿان نميو ٿي ويو. پر تو ته
اِئين به نه ڪيو. سمورا پٿر مون اڪيلي سر پلاند ۾ ميڙي ورتا
هئا. مان 'اناالحق' جو نعرو هڻان پئي ته تاريخ ۾ منهنجو ذڪر
سونهري لفظن ۾ ته نه اچي ها. جو مون تي ته ثابت ٿيو هو
زنا جو ناقابل معافي ڏوهه ۽ منهنجو بدن هو، ان ڏوهه جو اڪين
ڏٺو ثبوت، پلا جنهن جا ڏوهه پيشانيءَ تي لکيل هجن. ڪورٽ
ڪيئن نه ڏيندي هن کي سزا.

۽ هوءَ نماشام جي بيحد اداس ڪندڙ بيمار لمحن ۾،
منهنجي گهر ڏانهن ويندي، سيدن جي حويليءَ وٽان، پراڻو
ٽانگو، ڪچي تي ڪڙڪڙ ڪندو لنگهيو هو، تڏهين ائين پاتيو
هئم، ڪورٽ ۾ ڪنهن جج اڳيان بيٺي هجان ۽ ڏوهه سڀئي
منهنجي پيشانيءَ تي لکيل هجن. اسان وچولي ۽ هيٺين طبقي
جي ڇوڪرين جا ڏوهه پيشانين تي لکيل هوندا آهن. اسان وٽ
ايترو پئسو نه هوندو آهي جو ڪنهن ڪلينڪ ۾ پنهنجا گناه
دفنائي، دنيا جي سامهون سرخرو ٿي اچون. اسانجيون ڪاميابيون
به اسانجن ناڪامين جو نشان هونديون آهن، سو مان اڄ تائين
سمجهي نه سگهي آهيان ته پنهنجين ناڪامين جو دوش ڪنهن
کي ڏيان. سيدن جي حويليءَ اڳيان لنگهندي ڪيڏي شدت
سان چاهيو هئم ته اجهو، هينئر، هن لمحي اتي ئي لهي پوان،
وڏي ويڪريءَ پوتيءَ ۾ پاڻ ويڙهي ته جيئن وارن جي ڪا
تند به نه نظر اچي، نه جيئن بدن جي جوڙ نه سمجهه ۾ اچي.
پهريون سيپارو ڪڇ اندر هلي وڃان ۽ جتي حويلي جي چانئٺ
تي لاهيندي وڃان. پرڻيان کان ئي ڏاڏي بي بي هڪل ڪري،
'رن بدن ڍڪي هلندي ڪر نامحرم جي پليت نظر پئجي ويئي
ته قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنڀ ڏيندئي' (اهو سوچيندي ڪرب
مان اکيون پوري ڇڏيون هئم).

منهنجو ساهه پرجي آيو هو، اها ئي مان مريم حسن،
هينئر سيدن جي حويليءَ وٽان، پلصراط جو ڏک وٺيو پئي ويس،
جپ ڪيل هئم ۽ دعائون سڀئي نڙيءَ ۾ گهٽيل، پيو جيئن

ڀاوناڻون وڪوڙي ويون هيون. هن لمحي جيڪر ڏاڏي ٻئي ٻڌي ونهن؟ ڪرب مان اکيون ٻوري ڇڏيون هيون.

ڌانگو هوريان ـ هوريان ٻوڙندو ٿي ويو. سيڊن جي حويليءَ جا اوچا برج ٻويان رهجي ويا هئا.

۽ مان ويس پٺي پلصراط جو ڏک وٺيو ڪنهن پناه‌گاه جي تلاش ۾.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي ڄَڱَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)